# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورھ· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# پاڪستان ڇو ٽٽو؟

قربان علي بگٽي رحہ

مرتب: عبدالرحمان جتوئي

مهراڻ اڪيڊمي





نالو ڪتاب : پاڪستان ڇو لڳيو؟

ليکڪ : قربان علي بگٽي رحه

مرتب : عبدالرحمان جتوئي

ڇپائيندڙ : مهراڻ اڪيڊمي

ڪمپوزنگ : اسٽار ڪمپيوٽر ڪمپوزرس شڪارپور

ٻيو ڇاپو : نومبر 2002ع

ڳاڻيٽو : 1100

قيمت =/36 رپيا

ملڻ جا هنڌ:

مهراڻ اڪيڊمي واڳڻودر شڪارپور

۽

سنڌ جا سمورا ڪتاب گهر

# سٽاءُ

# پنهنجي پاران

ڪتاب "پاڪستان ڇو ٺهيو؟" ملڪ جي مايه ناز فرزند، عظيم اسڪالر، دانشور، فيلسوف ۽ نقاد مرحوم قربان علي بگٽي رحه جي مقالن ۽ مضمونن تي مشتمل آهي. اهي مقالا مختلف وقتن تي لکيا ويا ۽ ماهوار "رهبر ڊائجسٽ" ۽ "نئين زندگي" وغيره ۾ شايع ٿيا. اسين انهن مقالن کي سهيڙي پهريون ڀيرو ڪتابي شڪل ۾ شايع ڪري رهيا آهيون.

پاڪستان جي تحريڪ ۽ قرارداد پاڪستان هاڪاري ۽ ناڪاري، ٻنهي پهلوئن کان اهم عنوان آهي. هاڪاري هن لحاظ کان ته، هن موضوع تي قلم کڻڻ وقت جي اهم ضرورت آهي. ڇوته، جيترو اهم موضوع آهي اوترو ڪيس نظر انداز ڪيو ويو آهي. پاڪستان جي تحريڪ، پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ جا اسباب، محرڪات ۽ عوامل، پاڪستان ٺهڻ ۾ سنڌ جو ڪردار، پاڪستان ٺهڻ ۾ هندو ذهنيت جو ڪردار، اهي اهڙا موضوعات آهن جن تي هن وقت تائين ترتيبوار ۽ سربستو احوال ڳولهيو به نه لڀندو. اهو اسان جو پنهنجي ماضي کان لاپرواهي ۽ غفلت جو سڀ کان وڏو مثال آهي.

ناڪاري لحاظ کان ته پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ، پاڪستان جي ٺهراءَ ۽ تشڪيل جي خلاف ڪافي ڪجهه لکيو ۽ چيو ويو آهي. ڪي انهيءَ کي انگريز سامراج جي "ورهايو ۽ حڪومت ڪريو" (Divide & Rule) واري پاليسيءَ جو هڪ مثال سڏين ٿا ته ڪي، اردو دان طبقي طرفان سياسي، ثقافتي، معاشي ۽ معاشرتي بالادستي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش جو نالو ڏين ٿا ته، ڪي انهيءَ کي "پنهنجي غلطي" قرار ڏين ٿا.

اهوئي سبب آهي ته حقيقت تي مبني لٽريچر نه هئڻ ۽ منفي نعرن

۽ پروپيگنڊا سبب، ملڪ جي قيام بابت بنيادي سوالن جو صحيح جواب به نه ٿو ملي ۽ اهڙي ريت ڏينهون ڏينهن اسين پنهنجي تاريخ کان وڇون ٿا دور ٿيندا.

جيتوڻيڪ پاڪستان جي قيام جا مقاصد حاصل نه ڪرڻ، وجود جي بنيادي عوامل کي پٺي ڏيڻ سبب ۽ غلط سياسي سرشتي جي ڪري، ننڍن صوبن کي بي شمار شڪايتون، محروميون، ڏوراپا ۽ ناراضگيون آهن پر اسين ان ڳالهه کان به انڪار نه ڪري سگهنداسين ته معروضي جائزي (Subjective Study) ۽ تحقيقي لٽريچر نه هئڻ سبب، ڪئين حقائق اسان جي اکين کان اوجهل ٿي رهيا آهن.

مرحوم قربان علي بگٽي رحه، پاڪستان جي نهراءَ ١٩٤٠ع بابت صحيح پوزيشن جا تاريخي ثبوت ڏيئي چڱيءَ ريت وضاحت ڪئي آهي. دليل ۽ ثبوت جي طاقت سندس لکڻي کي علم جو پندار هو. الله تعاليٰ کيس عاليشان حافظو عطا ڪيو هو. کيس ڪنهن سوال جي جواب ڏيڻ لاءِ ڪتاب ڏسڻ جي ضرورت تمام گهٽ پيش ايندي هئي. هو ڪتاب جو نالو، مصنف جو نالو، ڇپائيءَ جو سن ايسٽائين جو صفحو ۽ سٽ نمبر به هڪدم ٻڌائيندو هو.

مهراڻ اڪيڊمي اهڙي عظيم اسڪالر جو ڪتاب شايع ڪرڻ پنهنجي لاءِ اعزاز جو باعث ٿي سمجهي.

مان محترم عبدالرحمان جتوئي جو نهايت ئي مشڪور آهيان جنهن مقالا سهيڙي ترتيب ڏيئي اسان جي حوالي ڪيا.

قمر ميمڻ
سيڪريٽري
مهراڻ اڪيڊمي

# پاڪستان جو ٺهراءُ

۱۴ آگست ۱۹۴۷ع تي پاڪستان نالي هڪ عظيم اسلامي مملڪت وجود ۾ آئي. پاڪستان جي تاريخ جي مطالعي ڪرڻ ڪانپوءِ معلوم ٿو ٿئي تہ نئين ملڪ جي ناهڻ لاءِ جيتوڻيڪ ڪافي عرصي کان مسلمانن پئي جدوجهد ڪئي آهي، پر حقيقت ۾ ان جو خاڪو فلسفي شاعر ۽ ممتاز دانشور علامہ اقبال مرحوم، الہ آباد ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي ساليانی اجلاس ۾، پنهنجي صدارتي خطبي ۾ تاريخ ۲۹ ڊسمبر ۱۹۳۰ع تي پيش ڪيو هو. هن تقرير جي گهري مطالعي ڪانپوءِ معلوم ٿو ٿئي تہ شاعر ۽ فلسفي هجڻ ڪانسواءِ اقبال ڪيڏو نہ هڪ وڏو مدبر سياستدان هو. سموري تقرير بصيرت افروز آهي ۽ ان ۾ حڪمت ۽ دانش جا موتي پوتل آهن. ڊاڪٽر صاحب تقرير ڪندي فرمايو تہ:
"منهنجي خواهش آهي ۽ اهو ڏسڻ ٿو گهران تہ پنجاب، سرحد، سنڌ ۽ بلوچستان صوبن کي ڳنڍي هڪ رياست وجود ۾ آڻجي."

"I would like to see the Punjab, North West frontier province, Sindh and Baluchistan amalgamaled into a single state". (Speeches and statements of Iqbal, compiled by A.R. Tariq, p -11, Lahore).

ضمناً اهو بہ عرض ڪندس تہ هن ئي خطبي ۾ سنڌ جي بمبئي پرڳڻي کان جدائيءَ لاءِ علامہ اقبال پرزور وڪالت ڪئي آهي. سنڌ جي جداگانہ حيثيت لاءِ ڊاڪٽر صاحب عرب مؤرخ مسعودي جو حوالو پڻ ڏنو آهي. اقبال گهر ڪئي تہ اول تہ سنڌ کي جدا صوبو قرار ڏجي. ٻي صورت ۾ انکي بلوچستان سان ملائي هڪ صوبو ناهجي. علامہ مرحوم فرمايو تہ "مونکي ان لاءِ ڪو سبب ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي تہ

چونہ سنڌ کي بلوچستان سان ملائي هڪ صوبو قرار ڏجي. بمبئي سان سنڌ کي ڪابہ مناسبت ۽ هڪجهڙائي ڪانہ آهي."

"I would see no reason why Sindh should not be united with Baluchistan and turned into a separate province. It has nothing in common with Bombay presidency".

ڏسو تہ بمبئي صوبي ڪان سنڌ کي ڌار ڪري، اقبال ان کي پنهنجي صوبي پنجاب ۾ ضم ڪونہ ٿو ڪرڻ چاهي، پر چوي ٿو تہ سنڌ کي بلوچستان سان ملائي هڪ صوبو قرار ڏجي. سنڌين ۽ بلوچن جي اتحاد بابت اقبال جي مٿئين ارشاد مان ظاهر آهي تہ هو تاريخ جو گهرو مطالعو رکندو هو ۽ اهائي هڪ مدبر سياستدان جي نشاني آهي.

## ١٩٤٠ع واري قرارداد پاڪستان

علامہ اقبال جو صدارتي خطبو هندستان جي مسلمانن لاءِ روشني جو مينار ثابت ٿيو ۽ اقبال جي گهر کي مسلمانن پنهنجو گوهر مقصود ڄاتو. سندن جذبن ۽ ولولن ۾ نئون روح جاڳيو ۽ هنن هندستان ۾ اقبال جي ڄاڻايل لائين مطابق هڪ خودمختيار رياست ٺاهڻ جو پڪو پهہ ڪيو. مسلمانن جي سرگرمين ۽ تڙپ کي محسوس ڪندي، انگريز سامراجين جي نمائندن بہ سمجهيو تہ محمد صلي الله عليه وسلم جا هي غلام ڪنهن بہ وقت مسلم رياست بنائڻ ۾ ڪامياب وڃي سگهن ٿا. هڪ انگريز ليکڪ جان ڪوٽمن (John Coatman) ان وقت پنهنجي هڪ ڪتاب (١٩٣٢ ـ ١٩٢٦ Destiny India) ۾ پيشنگوئي ڪئي هئي تہ "ٿي سگهي ٿو تہ اتر ۽ اتر اولهہ ۾ مسلم انڊيا جي قسمت ۾ هڪ مسلم رياست ٿهي يا اهڙي رياست هڪ مسلم سلطنت جو حصو بڻجي."

"It may be that, Muslim India in the north and north - west is destined to become a separate Muslim state or part of a Muslim empire." (P - 376)

## چوڌري رحمت علي جون سرگرميون

علامہ اقبال جيتوڻيڪ هندستان منجهہ هڪ مسلم رياست جي گهر ڪئي هئي، پر نئين مسلم مملڪت لاءِ پاڪستان جي نالي جي تجويز چوڌري رحمت علي پيش ڪئي. هو جنوري ١٩٣٣ع ۾ ڪئمبرج يونيورسٽي جو شاگرد هو ۽ ساڳي سال هن (Now or Never) نالي هڪ پمفليٽ انگريزي ٻوليءَ ۾ لکيو. پاڪستان جو لفظ پنجاب، افغان صوبي، ڪشمير، سنڌ ۽ بلوچستان جي ابتدائي حروفن مان مشتق آهي. هن پمفليٽ ۾ مصنف دليل ڏنو تہ مٿين صوبن جي ان وقت (١٩٣٣ع) ۾ ڪل آبادي چار ڪروڙ ٿيندي، جن مان مسلمان ٽن ڪروڙن جي تعداد ۾ رهن ٿا، جن جو مذهب تاريخ، ثقافت، تهذيب، روايتون ۽ سماجي نظام توڙي اقتصادي سرشتو ٻين کان بنيادي طور تي مختلف ۽ مميز آهن. رحمت علي پنهنجون خداداد صلاحيتون پاڪستان ٺاهڻ جي لاءِ وقف ڪيون. هن ڪيترائي هئنڊ بل ۽ ڪتابچہ لکيا. نہ فقط ايترو پر مرحوم لنڊن مان هڪ هفتيوار اخبار "پاڪستان" نالي انگريزي ۾ ڪڍڻ شروع ڪئي. چوڌري رحمت علي هڪ داناءُ ۽ زيرڪ شخص هو. هن جي فڪر تي علامہ جمال الدين افغاني (وفات ١٨٩٧ع) ۽ ڊاڪٽر اقبال جي تعليمات جو گهرو اثر هو. سندس وفات بہ ١٩٣٨ع ۾ لنڊن ۾ ٿي.

## آڪٽوبر ١٩٣٨ع ۾ سنڌ مسلم ليگ جي ڪانفرنس

آڪٽوبر ١٩٣٨ع ۾ سنڌ مسلم ليگ جي صوبائي شاخ جي ڪانفرنس، مرحوم قائد اعظم رحہ جي صدارت هيٺ ڪراچيءَ ۾ منعقد ٿي هئي. اسين ڏسون ٿا تہ هن ئي ڪانفرنس ۾ پاڪستان جي اسڪيم جي پرزور وڪالت ڪئي وئي. اسين سنڌي مسلمان بجا طور فخر ڪري سگهون ٿا تہ، اسان جي ئي سرزمين ۾ علامہ اقبال واري تجويز جي حمايت ۾ پرجوش تقريرون ٿيون ۽ نہ فقط ايترو پر ان ۾

تاريخي قراردادون پڻ پاس ٿيون. اڳتي هلي لاهور واري قرارداد لاءِ سنگ ميل ثابت ٿيون. افسوس جو اجان تائين ڪراچيءَ جي ڪانفرنس واري مڪمل روئداد شايع ٿي نہ سگهي. ان وقت شايد محترم سائين جي ايم سيد صاحب صوبائي مسلم ليگ جو صدر هو. ڪراچي واري هن ڪانفرنس جي مختصر روئداد سيد شريف الدين پيرزاده صاحب پنهنجي ڪتاب (The Pakistan resolution and the historic Lahore session) ۾ لکي آهي. قائد اعظم هن ڪانفرنس ۾ تقرير ڪندي چيڪو سلوويڪيا جي ٽُٽڻ جو حوالو ڏنو ۽ فرمايو تہ جهڙي نموني چيڪوسلوويڪيا سڊيٽ (Sudate) جرمن باشندا ويهن سالن کان وٺي اڪثريت جي هٿان ظلم و تشدد جي شڪار هوندي بہ بي يار و مددگار بڻجي نہ سگهيا، تهڙي طرح هندستاني مسلمان بہ لاوارث نہ ٿيندا. هو ڪنهن بہ طرح پنهنجي قومي وجود جو هن وڏي ڪنڌ ۾ سودو نہ ڪندا ۽ انکي ترڪ ڪري نٿا سگهن. جناح صاحب ڪانگريس پارٽيءَ تي الزام مڙهيو تہ هوءَ مسلم ليگ کي تباهہ ڪرڻ گهري ٿي ۽ ان طريقي تي عمل ڪري، مسلمانن ۾ ڦوٽ وجهي، انهن تي پنهنجو تسلط قائم ڪرڻ چاهي ٿي. قائد اعظم خبردار ڪيو تہ، ڪانگريس جي مٿئين تدبير جو اهو نتيجو نڪرندو تہ، هندستان جي تقسيم ٿي ويندي. هن اجلاس ۾ استقباليہ ڪاميٽي جي چيئرمن سر عبدالله هارون خودمختيار مسلم رياستن جي امڪان ڏانهن اشارو ڪيو. مسلم ليگ جي هن ڪراچيءَ واري اجلاس ۾ ممتاز سنڌي سياستدان شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ دڙڪو ڏيئي بلند آواز ۾ چيو تہ، "جيڪڏهن ڪانگريس مسلمانن جا حق تسليم نہ ڪيا تہ ان حالت ۾ مسلمانن کي پاڪستان حاصل ڪرڻ کانسواءِ ٻيو ڪو چارو نہ رهندو ۽ ڪراچي کان وٺي ڪلڪتي تائين پنهنجي حقِ خود اراديت وٺڻ لاءِ مسلمانن کي مارچ ڪرڻ لاءِ ڪائي طاقت روڪي نہ سگهندي." (ڏسو پيرزاده صاحب جو مذڪوره ڪتاب صفحہ ۹ پاڪستان پبلڪيشن ڪراچي).

جناب سيد شريف الدين پيرزاده صاحب مسلم ليگ ڪراچي

ڪانفرنس جي روئداد بيان ڪندي وڌيڪ لکي ٿو تہ، هن ڪانفرنس ۾ هڪ قرارداد پيش ڪئي وئي ۽ اها ترميمن سان پاس ٿي هئي. قرارداد جو متن هن طرح آهي تہ، "هي ڪانفرنس آل انڊيا مسلم ليگ کي سفارش ٿي ڪري تہ هندستان جهڙي براعظم ۾ هميشہ جي لاءِ امن ۽ شانتي قائم ڪرڻ لاءِ ۽ هندن توڙي مسلمانن جي تهذيب، ثقافت، اقتصادي، سماجي سڌاري ۽ ٻنهي قومن کي سياسي حق خود اراديت ڏيڻ لاءِ مؤثر اپاءَ ورتا وڃن ۽ وڌيڪ تہ هندستان کي اهڙو دستور ملڻ کپي، جنهن جي اندر ٻنهي قومن لاءِ باوقار رياستون وجود ۾ آڻجن. صفحو (١٠).

معلوم ٿيو تہ، مسلم ليگ جي ڪراچيءَ واري اجلاس ۾ پاڪستان قائم ڪرڻ لاءِ زور شور سان آواز اڀريو ۽ حقيقت ۾ سيني مقررن جي پيٽ ۾ شيخ عبدالمجيد نهايت ئي جرئت ۽ بي باڪيءَ سان پاڪستان قائم ڪرڻ واري اسڪيم جي حمايت جو اعلان ڪيو. (الله تعاليٰ کيس مغفرت ڪري) هن سنڌ جي سُتل مسلمانن کي جاڳايو ۽ للڪاريو ۽ کين پاڪستان قائم ڪرڻ لاءِ حضرت لاکيٽي لطيف جي الفاظ ۾ دعوت ڏني تہ:

سپ نـنگيون ٿي نـڪرو، لالچ ڇڏي لوپ،
سپريان سين سوپ، ننڊون ڪندي نہ ٿئي.

## ١٩٤٠ع جي لاهور قرارداد کان اڳي ڪانگريس وزارتون

حقيقت هي آهي تہ، انڊين نيشنل ڪانگريس پنهنجي، گهمنڊ ۾ اچي مسلم ليگ کي ڪا حيثيت ڏيڻ لاءِ تيار نہ هئي. ڪانگريس ۾ لبرل ۽ ترقي پسند هندو ليڊرن جو فقدان هو. ان ۾ اڪثريت ولڀ ڀائي پٽيل جهڙن فرقہ پرستن جي هئي، جن کي مسلمانن جو وجود بہ برداشت نہ هو. هونءَ تہ هڪ مسلم رياست کي قائم ڪرڻ مسلمانن جي نظرياتي تقاضا هئي، پر حقيقت ۾ ڪانگريس ۽ ٻين هندو ليڊرن جي متعصبانہ ۽ معاندانہ روش ڪري بہ مسلمان پنهنجي هڪ علحده وطن قائم ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيا هئا. مثال طور ١٩٣٧ع جي اليڪشن ۾ هندستان جي ڇهن

صوبن ۾ تہ ڪانگريس پارٽيءَ کي مڪمل ڪاميابي نصيب ٿي ۽ اتي ڪانگريس بنا روڪ رنڊڪ جي پنهنجون پنهنجون وزارتون قائم ڪيون هيون. جهڙوڪ مدراس ۾ راجہ گوپاليي آچاريہ، بمبئي صوبي ۾ جي بي کير، يو پيءَ ۾ جي - بي پنٽ، بهار ۾ ڪرشنا سنها، سي پي ۾ شڪلا ۽ سرحد صوبي ۾ ڊاڪٽر خان صاحب وزير اعليٰ مقرر ٿيا هئا ۽ باقي ٻن صوبن آسام ۽ اڙيسا ۾ بہ ڪانگريس جو سياسي اثر زائد رهيو. گويا هندستان جي ڪل يارهن صوبن مان اٺن صوبن تي ڪانگريس جون وزارتون هيون. مذڪوره وزارتون جولاءِ ۱۹۳۷ع ۾ قائم ٿيون هيون ۽ آڪٽوبر ۱۹۳۹ع تائين برقرار رهيون.

ڪانگريس جو هي اڍائي سالہ راج هندستاني مسلمانن لاءِ هڪ جبر ۽ ڏاڍ جو دور هو. اقتدار جو ناجائز فائدو وٺي هنن مسلمانن جي مذهب سان بہ هٿ چراند ڪئي. جيتوڻيڪ انهن صوبن ۾ مسلم ليگ جا بہ نمائندا چونڊجي آيا هئا، پر ڪانگريس، ليگ سان مخلوط وزارت ناهڻ جي صفا نابري واري ۽ جناح صاحب جي اهڙيءَ آڇ کي نفرت سان ٺڪرائي ڇڏيو. اليڪشن جي نتيجي کان فوراً بعد محمد علي جناح هڪ بيان جاري ڪيو هو، جنهن ۾ چيائين تہ، "ليگ جو آئين ۽ پاليسي اسان کي ٻين سان ٻانهن ٻيلي ٿيڻ ۾ تعاون ڪرڻ لاءِ هرگز نہ ٿي روڪي. ان جي برعڪس اسان جو منڍ کان وٺي اهو بنيادي اصول رهيو آهي تہ، اسين ڪنهن بہ گروهہ سان اسيمبليءَ جي اندر توڙي ٻاهر تعاون ڪرڻ لاءِ آزاد آهيون. بشرطيڪ بنيادي اصول باهمي رضامندي سان طئي ڪيا وڃن.

"The constitution and policy of League do not prevent us from co - operation with others. On th contrary it is the part and parcel of our basic principle that we are free and ready to co - operate with any group or party from the very inception, out - side and inside the legislature, if the basic

principles are determined by the common consent" (quoted in "Strugle for Pakistan" p - 90 by Ishtiaq Hussain Qureshi).

پر افسوس جو ڪانگريسي ليڊرن مٿئين پرخلوص آڇ جو جواب رعونت ۽ آڪڙ سان ڏنو تہ، اسين هندستاني عوام جا اصلي ۽ صحيح نمائندا آهيون، جنهن ڪري جناح صاحب جي آفر مڃڻ جو ڪو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي. جناح صاحب جي جواب ۾ جواهر لال نهرو تاريخ ٢٧ اپريل ١٩٣٧ع تي بيان ڏنو تہ "هندستان ۾ فقط ٻہ طاقتون آهن، هڪ ڪانگريس ۽ ٻي انگريزي حڪومت." پنهنجي اڪثريت جو ناجائز فائدو وٺي هندو ڪانگريس، مسلمان اقليت تي طرحين طرحين جا ظلم ۽ زيادتي ڪئي ۽ مسلمانن کان در پرده پاڻيپت جي ٽين جنگ جو بدلو وٺڻ لڳا، جنهن ۾ ڪين مرحوم احمد شاه ابداليءَ ذلت آميز شڪست ڏني هئي. هيءَ ڪاه هن هندستاني مسلمانن جي بچاءَ واسطي مفڪر اسلام حضرت شاه ولي الله صاحب محدث دهلوي رحمة الله عليه جي فرمائش تي ڪئي هئي، جو حضرت اورنگزيب جي وارثن کي نڌڪو سمجهي، هندو سامراج پنهنجي آپيشاهيءَ جو مظاهرو ڪيو هو. مسلمان ١٩٣٧ع جي ڪانگريس راڄ کان ايترو تہ بيزار ٿيا جو ان وقت يورپي مصنفن بہ سندن اضطراب لاءِ شهادتون قلمبند ڪيون. مثال طور لوٿيان (Lothian) ايشيا ٽڪ رويو (Aisiatic Review) جي اشو بابت اپريل ١٩٣٨ع جي صفحي ٢٧۴ تي لکيو آهي تہ، هندستان جي هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين مسلمان سخت پريشان ۽ نالان هئا. ڪانگريس جي اقتدار ۾ اچڻ ڪانپوءِ مسلمانن کي پهريون دفعو هي احساس جاڳيو تہ هو اقليت ۾ آهن. هندو راڄ جي ايرنڌڙ وهڪري کان هو پليءَ پت باخبر ۽ واقف ٿيا، جنهن هندستان ۾ هڪ گڏيل سياسي خيال ۽ سياسي تنظيم کي جنم ڏنو."

"Muslims were profoundly disturbed from one end of India to another. The rise of Congress to power made them feel for the first - time what it was to be in a minortiy. They

had became actually aware of the rising tide of Hindu rule and that produced a consolidation of political opinion and political organisation in India".

مسٽر مارڪيوس آف لوٿيان ٣٨/ ١٩٣٧ع ۾، هندستان ۾ آيو هو ۽ سندس مٿئين شهادت ان وقت جي ڪانگريس حڪومت جو صحيح آئينو ۽ اچو چٽو آهي. مسلمانن جي مٿان هن ڪانگريسي حڪومت جي ڏاڍ ۽ جبر بيان ڪرڻ لاءِ صفحن جا صفحا ڪارا ڪري سگهجن ٿا. پر افسوس جو هتي ايتري گنجائش ڪانہ آهي. خود مسلم ليگ کي ان وقت هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ مان زباني ۽ تحريري شڪايتون وصول ٿيون ۽ ٢٠ مارچ ١٩٣٨ع تي آل انڊيا مسلم ليگ جي ڪائونسل مذڪوره شڪايتن تي هڪ قرارداد پاس ڪئي ۽ ان سان گڏوگڏ مسلمانن جي شڪايتن جي ازالي ۽ تجزيي لاءِ انهن چٽن جي هڪ ڪاميٽي ناهي وئي، جنهن جو صدر پيرپور جو راجا سيد محمد مهديءَ کي مقرر ڪيو ويو. هن ڪاميٽي پنهنجي رپورٽ تاريخ ١٥ نومبر ١٩٣٨ع تي پيش ڪئي. ٻي رپورٽ مارچ ١٩٣٩ع ۾ پيش ٿي، جنهن کي "شريف رپورٽ" جي نالي سان سڏجي ٿو. مسلمانن خلاف ڪانگريسي حڪومت جي زيادتين خلاف ٽين رپورٽ ڊسمبر ١٩٣٩ع ۾ مسٽر فضل الحق پيش ڪئي هئي. انهن ٽنهي دستاويزن ۾ مسلمانن جي خلاف صوبائي ڪانگريسي وزارت جي ظلم، زيادتي، ڏاڍ ۽ بي انصافي بابت ناقابل ترديد شهادتون موجود آهن. مسلمانن ۽ هندن کي هڪ قوم تسليم ڪرائڻ واري ڪانگريس جماعت جا وڪا پڌرا ٿي ويا. ڪانگريسي وزيرن جي ڪرتوتن کي ڏسي مسلمانن کي يقين ٿي ويو تہ هڪ گڏيل هندستان ۾ سندن مستقبل تباه ٿي ويندو ۽ اٺ سال اڳ علامہ اقبال جي الله آباد ۾ ڪيل تقرير سندن دلين حي ڌڙڪڻ بڻجي وئي هئي. هر حق پسند ۽ ذي هوش شخص هندستان جي سياسي تاريخ پڙهڻ ڪانپوءِ هن راءِ ڏيڻ ۾ حق بجانب رهندو تہ ١٩٣٧ع ۾ ڪانگريس جون صوبائي وزارتون ١٩٤٠ع جي لاهور قرارداد پاس

ڪرائڻ لاءِ براهِ راست ذميدار هيون، جنهن ۾ خود مختيار مسلم رياستن ٺاهڻ جي گهر ڪئي وئي هئي. اهڙي سياسي ماحول ۾ دنيا جي ڪابه طاقت مسلمانن کي هندستان منجهه پنهنجي حقِ خود ارادايت کان محروم ڪري نٿي سگهي. هي سڄو ڪرشمو ڪانگريس جي حماقتن ۽ تعصب جو نتيجو هو ۽ خود مسلمانن جي مخالف مؤرخن به اها ڳالهه تسليم ڪئي آهي. مثال طور مسٽر ايڇ - وي - هاڊسن هندستان جي وائسراءِ لارڊ لنلٿوگو جو دستوري مشير (Adviser) ٿي رهيو آهي. هن چشم ديد واقعات پنهنجي هڪ ڪتاب "عظيم تقسيم" (The Great Divide) ۾ نقل ڪيا آهن. هي ڪتاب ١٩٦٩ع ۾ آڪسفورڊ پريس لنڊن ۾ شايع ٿيو آهي، جنهن ۾ فاضل مصنف ١٩٣٧ع جي ڪانگريسي صوبائي وزارت بابت تبصرو ڪندي لکي ٿو ته، "سڀ کان وڏي ڳالهه ته مستقبل لاءِ ڪانگريس حڪومت ئي اڪثريت جي حڪومت ڏسڻ ۾ ٿي آئي. هيءَ حڪومت مرڪز مان ٿي ڦٽي، جنهن ۾ هندو اڪثريت جو تسلط هڪ اهڙي تنظيم ذريعي هو، جا تنقيد نه برداشت ڪرڻ سان گڏوگڏ ٻين ڪنهن کي پاڻ سان اقتدار ۾ شامل ڪرڻ جي به خلاف هئي ۽ ان لاءِ نابري واري چڙيائين. ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته ١٩٣٧ع کان وٺي ١٩٣٩ع تائين، پاڪستان جي تحريڪ ۽ ٻه قومي نظريه جي فروغ لاءِ صوبائي گورنمينٽ جي روش به هڪ مکيه سبب بڻي هئي."

"Above all, the future, majority rule was seen to be Congress rule, exerted from a centre dominated by th Hindu majority through an organisation which brooked no opposition and refused to share its power. There is no doubt that the conduct of Provincial Government from 1937 to 1939 was a major cause of the spread of two nation theory and the Pakistan movement." (P - 75).

پڙهندڙن آڏو مون پاڪستان قرارداد (١٩٤٠ع) کان اڳ جي

هندستان جي سياسي فضا جو خاڪو ناقابل ترديد تاريخي دستاويزن جي حوالي سان پيش ڪيو، جنهن مان هڪ معمولي پڙهيل ماڻهو به سولائي سان اندازو لڳائي سگهي ٿو ته، ڪانگريس جي غير منصفانه ۽ ظالمانه روش سبب هند جا مسلمان پاڪستان ناهڻ لاءِ مجبور ٿيا. هندن ٻيو ڪو دڳ ئي نه ڇڏيو. اسانجي ملڪ جا آڳرين تي ڳڻڻ جيترا علحدگي پسند حضرات اڄ تائين مسلمانن کي پاڪستان قائم ڪرڻ لاءِ مطعون ٿا ڪن پر پنهنجن هندو ڀائرن جي روش تي به نظر ڊوڙائين ته پاڪستان جو قيام بلڪل فطري اصولن مطابق آهي.

## ١٩٤٠ع واري لاهور ٺهراءَ جو پاس ٿيڻ

آل انڊيا مسلم ليگ جو ستاويهون سالانه اجلاس لاهور ۾ ٢٢ مارچ کان ٢٤ مارچ ١٩٤٠ع تي منعقد ٿيو هو. هن اجلاس جي شروعات کان ٽي ڏينهن اڳ لاهور ۾ سياسي فضا بلڪل ڪشيده ۽ نازڪ ٿي وئي هئي، ڇوجو ١٩ مارچ تي حڪومت پنجاب ۽ خاڪسار پارٽي جي وچ ۾ خوني تصادم ٿيو هو، جنهن ۾ سرڪاري انگن مطابق ڪل ٽيهه ماڻهو مارجي ويا هئا. خاڪسار پارٽيءَ جي رهنما علامه مشرقي مرحوم لاهور ۾ قلم ١٤٤ جي ڀڃڪڙي ڪندي هڪ جلوس ڪڍيو هو ۽ ١٩ مارچ تي حڪومت پنجاب جي حڪم سان جلوس تي پوليس گولي هلائي هئي، جنهن ۾ ڪيئي خاڪسار شهيد ٿيا ۽ علامه مرحوم جو هڪ شهزادو پٽ احسان الله به انهن مان هو. پنجاب جو وزير اعليٰ ان وقت يونينسٽ پارٽيءَ جو سربراهه سر سڪندر حيات خان هو، جنهن جي حڪم سان هي منحوس واقعو پيش آيو، سر سڪندر حيات، سردار شوڪت حيات جو پيءُ ۽ لنڊن ۾ رهندڙ مارڪسٽ ليڊر نواب زاده طارق علي جو نانو ٿئي. پنهنجن مسلمان ڀائرن تي گولي هلائڻ تي انگريز سرڪار جي هن ٽوڊي کي ڪو شرم به ڪونه آيو. خاڪسارن جي واقعي ڪري حڪومت پنجاب جي خواهش هئي ته

مسلم ليگ جو هي اجلاس ملتوي ڪجي، پر مرحبائي ڪاميٽي ان لاءِ
انڪار ڪري ڇڏيو ۽ فيصلو ڪيو تہ مسلم ليگ جو هي تاريخي
اجلاس ضرور منعقد ٿيندو. چنانچہ تاريخ ٢١ مارچ ١٩٤٠ع تي خميس
ڏينـــهن مرحوم قائد اعظم لاهور پهچي ويو. هن جو اسٽيشن تي
عظيم الشان استقبال ڪيو ويو. اتان سڌو لاهور اجلاس جي مرحبائي
ڪاميٽي جي چيئرمن نواب شاهنواز خان ممدوٽ جي بنگلي تي وڃي
مهمان ٿيو. شام جو قائد اعظم منٽو پارڪ لاهور ۾ ليگ جو سائو
جهنڊو لهرايو ۽ اتي مختصر بلڪ جامع تقرير پڙ ڪئي. جيتوڻيڪ
خاڪسار سانحہ ٿيڻ ڪري لاهور جي فضا ڪافي مسموم ۽ ڪشيده
ٿي وئي هئي پر جناح صاحب نهايت ئي هوشياري ۽ تدبر سان حالتن کي
پرسڪون بنائڻ ۾ ڪامياب ويو. خاڪسارن بابت هن پنهنجي گهري
رنج جو اظهار ڪندي چيو تہ "مون کي اوهان سان ڪلي همدردي آهي
۽ جو ڪجهہ اختيار منهنجي هٿ ۾ آهي، انجي آڌار تي منهنجي اها
ڪوشش رهندي تہ اوهان کي انصاف پلئہ پوي." سندس مدبرانہ ۽
ڏاهپ واري تقرير بعد هزارين خاڪسار ۽ سندن همدرد مطمئن ٿي ويا.
نتيجو اهو نڪتو جو ٻئي ڏينهن کان مسلم ليگ جو هي تاريخي اجلاس
امن واري ماحول ۾ شروع ٿي ويو.

## افتتاحي اجلاس

آل انڊيا مسلم ليگ جو هي تاريخي اجلاس لاهور شهر جي منٽو
پارڪ ۾ جمعي جي ڏينهن تاريخ ٢٢ مارچ ١٩٤٠ع تي شروع ٿيو.
پارڪ ۾ هڪ وڏو پنڊال ٺاهيو ويو، جنهن ۾ سٺ هزار ماڻهن کان
وڌيڪ انداز ۾ سيٽن جو بندوبست ٿيل هو. هن جڳهہ کان اٽڪل
فرلانگ کن پنڌ تي تاريخي بادشاهي مسجد تعمير ٿيل هئي ۽ اٽڪل
اڍائي ميل مفاصلي تي شهنشاهہ جهانگير ۽ راڻي نورجهان جون قبرون
آهن ۽ چار ميل اولهہ تي شاهجهان بادشاه جو مشهور شاليمار باغ
آهي. لاهور جي شهر جي تاريخي اهميت هڪ هزار سال اڳ شروع

ٿي، جڏهن محمود غزنوي ان کي فتح ڪيو ۽ وقت جي هندو راجائن انندپال ۽ جئپال کي شڪست ڏني هئي، ڪيترن ئي يورپي مؤرخن لکيو آهي ته. هندستان ۾ اسلام جي آمد ۽ وڏي تعداد ۾ ماڻهن جو هي دين اختيار ڪرڻ في الحقيقيت محمود غزنوي جي هٿان لاهور فتح ڪرڻ واري واقعي ڪان بعد ۾ ٿيو، ۽ انهيءَ شهر لاهور ۾ مشهور صوفي بزرگ شيخ علي هجويري المعروف داتا گنج بخش جي مزار آهي جو ان سؤ سال اڳ اسلام جي تبليغ جي سلسلي ۾ هندستان ۾ آيو ۽ لاهور ۾ ئي وفات ڪيائين. هن علم تصوف بابت فارسي ٻولي ۾ "ڪشف المحجوب" نالي هڪ بهترين ڪتاب لکيو جو علامہ قشيري جي عربي ڪتاب "الرسالة" وانگر علم تصوف ۾ بنيادي ۽ ڪليدي حيثيت رکي ٿو ۽ ان ئي لاهور شهر ۾ پاڪستان جي خالق علامہ اقبال مرحوم جي مزار آهي، جنهن هستي لاهور واري اجلاس ڪان ٢ سال اڳ وفات ڪئي هئي. انهيءَ شهر لاهور ۾ مسلم مملڪت پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ مسلم ليگ جو هي تاريخي اجلاس شروع ٿيو. پنڊال سڄو ماڻهن جي انبوهہ سان ڀرجي ويو ۽ تر ڇنڻ جي به جاءِ ڪانہ هئي. قائد اعظم اڍائي وڳي پهتو تہ قائد زنده آباد جي نعرن سان پوري فضا گونجي وئي هئي. قرآن مجيد جي تلاوت بعد ڪيترا شعر ڇيا ويا، جن مان "ملت کا پاسبان هي محمد علي جناح" کي خاص پسند ڪيو ويو. استقباليہ ڪاميٽي جي چيئرمن نواب سر شاهنواز خان ممدوٽ جي تقرير ڪانپوءِ محمد علي جناح رحہ پنهنجو صدارتي خطبو پڙهيو، جنهن جا ڪي ٽڪرا هيٺ ڏجن ٿا. جناح صاحب فرمايو تہ "اڄ جي هندستان ۾ اسانجي ذهنن ۾ ماضيءَ جون ڪي تلخ يادگيريون محفوظ آهن، خاص طور ڪانگريس جي صوبائي وزارتن جي اڍائي سالہ دور حڪومت ۾ اسان ڪيترائي سبق سکيا آهن. اسانجي دلين ۾ هينئر شڪوڪ و شبهات پيدا ٿيا آهن، ان ڪري ڪنهن تي ڀروسو ڪري نٿا سگهون. منهنجي خيال ۾ هرهڪ لاءِ اهو دانشمندانہ قانون آهي تہ ڪنهن تي بہ زياده اعتماد نہ ڪجي. ڪڏهن ڪڏهن اسين ماڻهن تي ڀروسو ڪندا

آهيون، پر جڏهن تجربي بعد معلوم ٿئي ٿو ته اسانجي اعتماد کي مجروح ڪيو ويو آهي ته اسان لاءِ اهڙو واقعو هڪ وڏو سبق ٿو سيکاري ته، آئنده اهڙن شخصن تي وڌيڪ اعتماد نه ڪيون، جن خيانت جو مظاهرو ڪيو آهي. خواتين و حضرات! اسان کي ڪانگريس هاءِ ڪمانڊ ۾ ان روش جي هرگز توقع نه هئي، جا روش هن ڪانگريسي صوبن جي حڪومت ۾ ڪري ڏيکاري. منهنجي خواب خيال ۾ اها ڳالهه نه هئي ته ڪو هو ايترو هيٺ ڪرندا. اسان ڪين اقليت سان ڪيل واعدا ياد ڏياريا پر هنن پنهنجي وچن جي خلاف ورزي ڪئي. الله تعاليٰ اسانجي مدد ڪئي جو جنگ لڳڻ ڪري ڪانگريسي وزارتون ڊٺيون. مان سمجهان ٿو ته هاڻي ڪانگريسي وزير پنهنجن استعيفائن تي هٺ هٽندا هوندا. مان اوهان کي سنجيدگيءَ سان اپيل ٿو ڪريان ته اوهان پاڻ کي اهڙي نموني منظم رکو، جو پنهنجي ئي قوت تي ڀروسو ڪري سگهو. انهيءَ ۾ ئي اوهان جي بچاءَ جو واحد ذريعو آهي. پنهنجي حقن ۽ مفادات جي تحفظ لاءِ اوهان پاڻ ۾ اهڙي طاقت پيدا ڪيو، جو پنهنجو پاڻ دفاع ڪيو. بس اها ئي منهنجي گهر آهي."

قائد اعظم پنهنجي تقرير ۾ مشهور هندو سياستدان لالا لجپت راءِ جو هڪ لکيل خط پڙهي ٻڌايو. هي خط پندرهن سال اڳ هن هڪ ٻئي هندو ڪانگريسي سياستدان مسٽر سي آر داس ڏانهن لکيو هو. جناح صاحب ٻڌايو ته هي خط هاڻي هڪ مصنف مسٽر اندرا پرڪاش پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ نقل ڪيو. لالا لجپت راءِ تقسيم هند جو قائل هو ۽ پنهنجي خط ۾ انڪشاف ڪيائين ته پوري هندستان ۾ هڪ جمهوري طرز جي حڪومت ڪامياب نه ويندي. جناح صاحب چيو ته ساڳئي لالا صاحب واري ڳالهه جڏهن مان ورجايان ٿو ته، مون تي تنقيد ٿي ٿئي. محمد علي جناح وڌيڪ تقرير ڪندي فرمايو ته، "هڪڙي ڳالهه مون لاءِ گهڻي وقت کان وٺي تڪليف جو باعث بڻي آهي ۽ مان چاهيان ٿو ته، اوهان به ان تي سنجيدگي ۽ خبرداري سان سوچيو. يعني ته هندو مسلم اتحاد جو مسئلو. گذريل ڇهن مهينن کان وٺي مون پنهنجي وقت

جو ڪافي حصو مسلم تاريخ ۽ مسلم قانون جي مطالعي تي صرف ڪيو آهي. انهيءَ جي بنياد تي مان چوڻ تي مجبور آهيان ته، هندو مسلم اتحاد جو نه امڪان آهي ۽ نڪي قابل عمل. منهنجي ان موضوع تي ڪلڪتي ۾ حڪيم اجمل خان ۽ ڊاڪٽر ڪچلو سان به گفتگو ٿي هئي، پر ڇا حڪيم صاحب جا ارشادات، قرآن جي آيتن کي به ريٽي ڇڏيندا، جيتوڻيڪ حڪيم اجمل خان کان هندستان ۾ ٻيو ڪو پڪو مسلمان ڪونه آهي." لاهور جي اجلاس ۾ تقرير ڪندي مرحوم قائد اعظم وڏيڪ چيو ته، "هندستان جو مسئلو اندروني فرقي پرستي جو نه آهي پر اهو بين الاقوامي نوعيت جو آهي ۽ ان جو حل به ساڳئي نموني ٿئي. جيستائين هن بنيادي ۽ اهم حقيقت کي تسليم نه ڪبو، ايستائين ڪنهن به ٺاهيل دستور جو نتيجو سواءِ تباهي جي ٻيو ڪجهه به نه نڪرندو ۽ اهڙو آئين نه فقط مسلمانن لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيندو، پر انگريزن ۽ هندن کي به ان مان ڇيهو رسندو. جيڪڏهن هن نندي کنڊ جي ماڻهن جي امن ۽ خوشحاليءَ لاءِ انگريز سرڪار في الحقيقت پرخلوص آهي ته اسان سيني لاءِ هڪڙو ئي طريقو اهو آهي ته هندستان کي خودمختيار قومي رياستن ۾ تقسيم ڪري هرهڪ وڏيءَ قوم کي پنهنجي رياست ڏجي." (ملاحظه ٿئي لاهور اجلاس ۾ جناح صاحب جي ڪيل تقرير - نقل ٿيل شريف الدين پيرزاده صفحه ۳۵ کان ۴۹).

ٻئي ڏينهن يعني ۲۳ مارچ ۱۹۴۰ع تي بنگالي ليڊر مسٽر اي ڪي فضل الحق تاريخي قرارداد پيش ڪئي ۽ انجي حمايت يو پيءَ جي ليڊر چوڌري خليق الزمان ڪئي هئي ۽ هيٺين قرارداد متفق طور پاس ٿي.

## قرارداد جو متن

"آل انڊيا مسلم ليگ جي هن اجلاس جي هيءَ سوچيل سمجهيل راءِ آهي ته، هن ملڪ ۾ ڪوبه آئيني پلان ايستائين نه هلي جيستائين

مسلمان آبادي ان کي قبول نہ ڪري ۽ اهو تڏهن ٿي سگهي ٿو، جڏهن آئين جي تشڪيل هيٺين بنيادي اصولن تي مبني هجي. يعني تہ جاگرافيائي طور تي پر وارن يونٽن جي حدبندي. هڪڙن ريجنس ۾ اهڙي نموني ڪجي جو جتي بہ مسلمانن جي گهڻائي هجي (جهڙوڪ اتر اولهہ ۽ ايرندي وارا علائقا) انهن علائقن کي پاڻ ۾ ملائي آزاد ۽ خودمختيار رياستون ناهجن."

ياد رهي تہ، مسلم ليگ جي مٿين يادگار اجلاس ۾ سنڌ مان محترم سائين جي ايم سيد، مسٽر کهڙي ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جهڙن نامورن سياستدانن کي ڊائس تي وهاريو ويو هو.

## قرارداد کي مخالفن "پاڪستان" جو نالو ڏنو

مسلم ليگ جي پاس ڪيل قرارداد جنهن جو تت مون مٿي انگريزي مان ترجمو ڪري نقل ڪيو آهي، ان ۾ اوهان ڏسندا تہ ڪٿي بہ پاڪستان جو لفظ استعمال ٿيل نہ آهي. پر هندو پريس جو شڪريو جو اها پاڪستان لفظ کي مقبول بنائڻ لاءِ ذميوار رهي. هاءِ گهوڙا شروع ڪيائون تہ اجهو ٿو پاڪستان ٺهي. اسان اجتماعي زندگيءَ ۾ ڏٺو آهي تہ، ڪڏهن ڪڏهن منفي پروپئگنڊا بہ مثبت نتيجا پيدا ڪندي آهي. مون ڪارل مارڪس ۽ اينگلس جو ڪتاب "ڪميونسٽ پارٽي جو منشور" (Manisfesto of Communist Party) ٿي پڙهيو تہ ان ۾ مارڪس جي هنن جملن مون کي ڇرڪائي ڇڏيو تہ "يورپ تي ڪميونزم جو ڀوت سوار آهي. کهڙي حزب اختلاف جي پارٽي نہ آهي، جنهن تي اقتدار واري پارٽي ڪميونسٽ هجڻ جو الزام نہ لڳايو آهي. (صفحہ ٣٧ انگريزي ايڊيشن ماسڪو) يورپ ۾ ان وقت جنهن بہ شخص مزورن جي ڀلائي جي ڳالهہ ٿي ڪئي تہ ان تي ڪميونسٽ ايجنٽ جو الزام لڳندو هو.

ڏسو تہ يورپ ڪميونزم تي ان وقت علمي تنقيد ڪرڻ جي عيوض منفي پروپيگنڊا جو هٿيار استعمال ڪيو ۽ هر ڪنهن تي ڪميونسٽ

هجڻ جو الزام لڳايو. نتيجي طور ڪميونسٽ نظربي پنهنجن مخالفن جي پروپئگنڊا جي ڪري بہ شهرت حاصل ڪئي. ساڳيءَ طرح هندو پريس بہ پنهنجي روايتي منفي پروپئگنڊا ڪري بہ پاڪستان اسڪيم کي شهرت ڏني. اسين ان لاءِ سندن شڪرگذار آهيون. بهرحال مسلم ليگ جي هن قرارداد هندستان سياست ۾ اڏمو مچائي ڇڏيو ۽ ٻئي سال ١٢ اپريل ١٩٤١ع ۾ مسلم ليگ جو اجلاس مدراس ۾ منعقد ٿيو، جنهن ۾ لاهور جي قرارداد جي روشنيءَ ۾ مسلم ليگ جي آئين جي سب سيڪشن ٢ الف ۾ ترميم ڪئي وئي هئي ۽ مارچ ٽيتاليهن ۾ وري سنڌ اسيمبليءَ لاهور جي قرارداد جي حمايت ۾ قرارداد پاس ڪرڻ لاءِ محترم سائين جي ايم سيد جون خدمتون ناقابل فراموش آهن، جا ڳالهہ رڪارڊ مان ثابت ٿيل آهي.

## ڇا مسلم ليگ انگريزن جي ايجنٽ جماعت هئي؟

لاهور قرارداد پاس ٿيڻ ڪانپوءِ هندو ڪانگريس ۽ ٻين مسلم قومپرست جماعتن مسلم ليگ تي الزامن جي يلغار ڪئي. چيائون: ”هيءَ هندستان کي تقسيم ڪرڻ ٿي چاهي. اها انگريزن جي قائم ڪيل آهي ۽ هي سڀ انگريزن جا ايجنٽ آهن.“ سندن هي بيهوده الزام پڙهي پنهنجي سنڌيءَ جي هڪ چوٽي ٿي ياد اچي. هڪ ڪاريءَ مينهن سفيد ڳئونءَ کي چيو تہ، ”هل ڙي پڇ ڪاري.“ تنهن تي ڳئون وراڻي ڏني تہ، ”تون سڄي رنگ جي ڪاري آهين، مون کي پڇ ڪاري ڪيئن ٿي ڪوٺين؟“ سو ساڳي حالت بہ ڪاريءَ مينهن واري ڪانگريس جماعت جي هئي.

## ڪانگريس جماعت جي شروعات

مسلم ليگ جي خلاف هندو ڪانگريس جي هن بيهوده الزام جي رد ۾ هت مختصر طور ڪانگريس جي تاريخ پيش ڪجي ٿي، جنهن مان خود اوهان اندازو لڳائي سگهو ٿا تہ، انگريزن جي تاهيل جماعت

ڪنهن جي هئي. مسلم ليگ جي خلاف تہ ڪا بہ اهڙي دستاويزي شهادت موجود نہ آهي، پر اها تاريخي طور تي ثابت شده ڳالهہ آهي تہ، هندستان ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جو بنياد هڪ رٽائرڊ انگريز آفيسر مسٽر هيوم (Hume) سال ١٨٨٨ع ۾ وڌو هو. ان وقت هندستان جو گورنر جنرل لارڊ ڊفرن (Duffren) هو. جنهن جي صلاح سان ڪانگريس جو بنياد وڌو ويو هو. مسٽر بي پٽا ڀائي پنهنجي ڪتاب "انڊين نيشنل ڪانگريس جي تاريخ" (History of India National Congress) ۾ لکي ٿو تہ، "ڪانگريس جي ٺهڻ لاءِ اهم مقصد اهو بہ هو تہ، هندستان جا سياستدان سال ٻسال گڏجاڻي ڪري انگريز سرڪار کي انتظاميہ جي اوڻاين کان واقف ڪرائين ۽ اهو پڻ ٻڌائين تہ ان کي ڪيئن سڌاري صحيح نموني هلائجي."

"Indian Politicians should meet yearly and point out to the government in what respects the administration was defective and how it could be improved ... (P- 15, Bombay, 1946 ED).

خود مؤرخ بہ شاهدي ٿا ڏين تہ ڪانگريس جماعت انگريزي انتظاميہ ۽ بيوروڪريسي کي صحيح نموني هلائڻ ۽ مضبوط بنائڻ لاءِ وجود ۾ آندي وئي. گستاخي معاف! مسلم ليگ لاءِ ان قسم جي ڪا بہ ثابتي رڪارڊ تي موجود نہ آهي. هيءَ جماعت يعني ڪانگريس ان وقت (١٨٨٨ع ۾) جي وائسراءِ لارڊ ڊفرن جي صلاح مشوري سان ٺهي هئي، جنهن لاءِ ڪانگريس جماعت جي پهرين پريزيڊنٽ جو حوالو نهايت ئي قيمتي ۽ ڪارآمد آهي. هن جو نالو ڊبليو - سي بونرجي (W.C. Boo-nerjee) هو. بونرجي صاحب پنهنجي ڪتاب "هندستاني سياست" (Indian Politics) ۾ لکي ٿو تہ، "هندستان ڪانگريس جماعت جيئن منڍ کان وئي ٺهي آهي ۽ اڃا تائين ڪم ڪندي پئي اچي، سو حقيقت ۾ هندستان جي گورنر جنرل ڊفرن جو ڪارنامو آهي.

"The Indian National Congress as it was originally started and as it has since been carried on, is in reality the work

of Duffren when that noble man was the Governer General of India." (P- 7, London).

ڇا مسلم ليگ جي خلاف بہ ان قسم جون دستاويزي شهادتون موجود آهن. مون خدا جي فضل سان برصغير جي سياسي تاريخ بابت اڪيچار ڪتاب انگريزي توڙي ٻين ٻولين ۾ پڙهيا آهن پر مونکي ڪٿي بہ اها ڳالهہ نظر نہ آئي تہ، مسلم ليگ بہ ڪانگريس وانگر ڪنهن انگريز ڪاموري ٺاهي هئي ۽ ان کي گورنر جنرل ڊفرن وانگر ڪنهن جي حمايت حاصل هئي. شروع کان وٺي مسلمانن ڪانگريس ۾ شموليت کان احتراز ڪيو. مشهور مسلم ليڊر مرحوم سر سيد احمد خان پڻ مسلمانن کي اهڙو مشورو ڏنو. اهوئي سبب آهي تہ ڪانگريس جو بنياد وجهندڙ مسٽر هيوم سر سيد کان نفرت ڪندو هو. برعڪس ان جي مسلم ليگ ١٩٠٦ع ۾ ڍاڪا ۾ قائم ٿي هئي ۽ ان ۾ صدارتي خطبو نواب وقار الملڪ ڏنو. مرحوم آغا خان بہ مسلم ليگ جي قائم ڪندڙن مان هڪ آهي. (تفصيل لاءِ ملاحظہ ٿئي ڪتاب "آغا خان جون يادداشتون" (The Memoirs of Agha Khan)، ١٩٠٦ع ۾ مسلمانن مسلم ليگ جي نالي سان پنهنجي هڪ جماعت ان ڪري ٺاهي تہ، هو پنهنجن حقن جو بچاءُ ڪن. هن جماعت جي فوراً وجود ۾ اچڻ جو سبب هندن جي طرفان بنگال جي تقسيم جي مخالفت پڻ هئي. هندستان جي وائسراءِ لارڊ ڪرزن (Kurzon) ڏٺو تہ بنگال هڪ وڏو صوبو هو، ان ڪري انتظامي مشينري کي سخت تڪليفون درپيش ٿي آيون. ڪرزن ان جو حل ڳولي لڌو ۽ ١٩٠٥ع ۾ بنگال جي تقسيم جي تجويز پيش ڪئي هئي. جنهن مطابق ايسٽرن بنگال ۽ آسام جو جدا صوبو ٺاهيو ويو. بنگال جي هيءَ تقسيم سرڪاري طور ١٦ آڪٽوبر ١٩٠٥ع ۾ عمل ۾ آئي هئي. هندن بنگال جي تقسيم تي وڏو گوڙ ڪيو ۽ ايجيٽيشن هلائي. چيائون تہ، "هيءَ ورهاست محض مسلمانن کي خوش ڪرڻ لاءِ ڪرزن ڪرائي ۽ ڪرزن کي مسلم پٽو جي نالي سان لقب ڏنائون. مسلمانن کي نئون اڪثريت وارو صبو مليو" وغيره وغيره.

مسلمانن بنگال جي تقسيم جي پرزور آجيان ڪئي هئي. هندو ايجيٽيشن جي ڪري هندو مسلم فساد برپا ٿيو ڇوجو (Swadeshi) سواديشي تحريڪ بائڪاٽ جي مهم هلائي، جنهن جي نتيجي ۾ فرقه وارانه فساد رونما ٿيا. هندو بائڪاٽ جي حمايت ۾ ٻاهران آندل ڪپڙي جي مسلم واپارين پنهنجا دڪان بند ڪرڻ کيا ۽ سواديشي تحريڪ جي هڙتال ۾ حصو ڪرڻ ورتائون. هندن زوريءَ دڪان بند ڪرائڻ ٿي چاهيا، جنهن جي نتيجي ۾ بنگال ۾ فساد وبائي مرض جي صورت ۾ پکڙجي پيو. هندن جي هيءَ روش ڏسي مسلمانن ڪانئن سخت بدظن ٿيا ۽ بنگال جي جدا صوبي ٿيڻ ڪانپوءِ ٻن مهينن اندر مسلم ليگ کي ڊسمبر ١٩٠٦ع ۾ قائم ڪيو ويو. هندن ١٩١١ع ۾ بنگال جي اصلي حيثيت ٻيهر بحال ڪرائي هئي.

مون ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي قيام جو جائزو ورتو. صاف معلوم ٿيو ته، ڪانگريس هڪ انگريز ٺاهي هئي ۽ وقت جي وائسراءِ مسٽر ڊفرن ان جي مدد ڪئي هئي. ان جي برعڪس مسلم ليگ خود مسلمانن بنگال جي تقسيم ڪانپوءِ ٺاهي هئي. هاڻي ڪانگريسي حضرات ڪهڙي منهن سان مسلم ليگ تي انگريزن جي ايجنٽ هجڻ جو الزام پيا مڙهن. ڪانگريسن کي پنهنجيءَ ڪمزوريءَ جي خبر هئي، ان ڪري چالاڪي کان ڪم وٺي مسلم ليگ تي هي بيهوده الزام مڙهيائون.

## ٻن قومن جو تصور ۽ پاڪستان

حقيقت ڪري ڏٺو وڃي ته پاڪستان جي نظرياتي اساس ٻن قومن واري اصول تي مبني آهي. مهاتما گانڌي ۽ سندس ڪانگريس پارٽي متحد يا گڏيل قوميت جي نظريي تي يقين رکندا هئا. سندن چوڻ هو ته هندستان جا هندو ۽ مسلمان هڪ قوم آهن. ٻنهي کي گڏجي پنهنجي دشمن انگريزن کي هندستان مان لوڏي آزادي وٺڻ کپي. مسٽر محمد علي جناح رحه انهيءَ مفروضي کي رد ڪري ڇڏيو ۽ ١٩٤٠ع ۾ لاهور

واري قرارداد تي بہ صدارتي خطبي ڏيڻ وقت هن اعلان ڪيو تہ، "مسلمان هڪ جدا قوم آهي. اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نٿي اچي تہ اسان جا هندو يائر اسلام ۽ هندو مذهب جي حقيقي نوعيت پروڙڻ کان ڇو قاصر آهن."

1

هندستان جي اڳوڻي صدر ۽ فلسفي ڊاڪٽر راجندر پرساد (Dr: Rajendra Parsad) پنهنجي ڪتاب (India Divides) ۾ مرحوم قائد اعظم جي مٿئين تقرير کي بنياد بڻائي "ٻہ قومي نظريہ، پاڪستان جو بنياد" (Two Nation theory - basis of Pakistan) جي عنوان سان پهرين باب ۾ بحث ڪيو آهي. ڊاڪٽر پرساد جي تصنيف ۾ پاڪستان جي حمايت ۾ ٽن مسلمان ليکڪن جي ڪتابن تي تبصرو ٿيل آهي، جهڙوڪ مسٽر دراني، الحمزا ۽ هڪ پنجابي مسلمان. هن هندو فلسفي جي مٿين ڪتاب جو باب قوميت بابت مون دلچسپيءَ سان پڙهيو، پر افسوس جو ڊاڪٽر صاحب جو ذهن بہ علم و فضل جي باوجود ان روايتي فلسفي وانگر آهي، جنهن پٽ تي ڇيٽو لڳل ڏسي پڇا ڪئي هئي تہ "هي ڪٿان آيو؟."

ٻہ قومي نظريي بابت پاڪستان جي بانيءَ وقت بہ وقت پئي وضاحتون ڪيون آهن ۽ ان طرح هن هندو ڪانگريس جي پروپيگنڊا جي قلعي کولي ڇڏي. مثال طور مشهور برطانوي صحافي مسٽر بيورلي نڪولس (Beverly Nichlos) مسٽر جناح کان هڪ انٽرويو ورتو هو، جنهن کي هن پنهنجي مشهور ڪتاب "هندستان تي فيصلو" (Verdict on India) ۾ نقل ڪيو آهي ۽ ان جو عنوان رکيو اٿس "هڪ ديو سان ڳالهہ ٻولهہ". (A dialogue with a Giant, P-188)

مسٽر بيورلي قائد اعظم کان پڇيو تہ "ڇا اوهان مذهبي لحاظ کان چئو ٿا تہ مسلمان هڪ قوم آهن." ان جو جواب ڏيندي هندستان جي هن ذهين ۽ بي باڪ سياستدان فرمايو تہ، "جزوي طور بلڪ ڪنهن بہ طرح ڪلي طور نہ. اوهان کي هيءَ ڳالهہ ذهن ۾ ضرور رکڻ گهرجي تہ اسلام محض مذهبي نظريو نہ آهي بلڪ هڪ حقيقي ۽ عملي رهبريءَ

لاءِ ضابطئہ حيات آهي، مان حياتيءَ جي لحاظ سان ڳالهايان ٿو ۽ هر شيءِ جا زندگيءَ ۾ اهميت رکي ٿي، جهڙوڪ اسانجي تاريخ، قومي سورما، فنون لطيفہ، اسان جا قانون ۽ دستور العمل. انهن سيني معاملات ۾ اسانجو نظريو هندن کان نہ فقط مختلف آهي پر معاندانہ بہ. اسين ان معاملي ۾ گويا هڪ جدا مخلوق آهيون. زندگيءَ ۾ ڪابہ اهڙي شيءِ موجود نہ آهي، جا اسان کي ۽ هندن کي پاڻ ۾ ملائي سگهي. اسانجا نالا، ڪپڙا، کاڌو، خوراڪ بہ هڪٻئي کان جدا آهن. زندگيءَ ۽ ڪائنات جو نظريو، اسانجي تعليم غرضيڪ جانورن بابت روشون بہ متضاد آهن. اقتصادي نظريا، توڙي عورتن بابت هلت چلت ۾ اسان جو هندو قوم سان ڪو واسطو نہ آهي. ڳئون جو مثال وٺي ڏسو. هندو ان کي پوڄين، اسين مسلمان ان جو گوشت کائون. هن ئي شهر ۾ ڪجهہ ڏينهن اڳ ڳئون جي عام ڪوس خلاف هندن وڏي تحريڪ هلائي هئي. پر ياد رکڻ گهرجي تہ ڳئون جو مسئلو هزارن مان هڪ مسئلو آهي." (صفحہ ١٩٠ ـ ١٨٩).

## قوم ڇاکي چئجي؟ رينان جو نظريو

مسٽر بيورلي نڪولس، مسٽر جناح صاحب جي مٿين گفتگو کان ڪافي متاثر ٿيو ۽ هن جو بہ چوڻ آهي تہ مسلمان ۽ هندو جدا جدا قومون آهن. ان ڪري "ٻہ قومي نظريو" جي اصولن تي پاڪستان جي گهر بالڪل منطقي، فطري ۽ جمهوريت جي اصولن مطابق آهي. مسٽر بيورلي قوميت جي اجزاءِ ترڪيبي بابت مشهور عالم ۽ دانشور پروفيسر رينان (Renon) جي هڪ مضمون "قوميت" (Nationality) مان هڪ املهہ حوالو ڏنو آهي ۽ رينان جي نظريہ مطابق هو چوي ٿو تہ، مسلمان هندن کان هڪ علحده قوم آهن. اڄڪلهہ قوميت جي فتني کي اسان وٽ ٻيهر جاڳايو ويو. ان ڪري بهتر آهي تہ "قوم" جي تشڪيل بابت رينان جي بيان ڪيل اصولن کي نقل ڪجي. ان ۾ پاڪستان جي تحريڪ سمجهڻ ۾ بہ مدد ملندي. رينان چوي ٿو تہ، "قوم هڪ زنده

نفس ۽ روحاني نظريو آهي. هيءَ جان ٻن شين جي مرڪب آهي، جن مان هڪ ماضي سان واسطو رکي ٿي ۽ ٻي حال سان. ماضي مان مراد آهي يادداشتن جي عظيم الشان گڏيل موروثي ملڪيت رکڻ ۽ حال مان مراد غير ورهايل ميراث کي چڱي طرح سان سانڍڻ، پاڻ ۾ گڏ رهڻ جي حقيقي خواهش ۽ رضامندي ڏيکارڻ. ماضيءَ ۾ مشترڪ شان شوڪت رکڻ ۽ حال ۾ ان لاءِ هڪ جهڙي خواهش جو مظاهرو ڪرڻ، ماضيءَ ۾ جيڪي عظيم ڪارناما گڏجي سرانجام ڏنا ويا، انهن کي حال ۾ بيهر ورجائڻ. اهي ئي ڳالهيون قوم بنائڻ لاءِ لازمي شرط آهن.

"A nation is a living soul, a spiritual principle. Two things constitute this soul, one is the past, the other in th pr esent. One is the common possession of a rich heritage of memories; the other is actual consent, the desire to live together, the will to preserve worthily, the undivided inheritance. To have common glories in the past, a common will in the present, to have done great things together, to will to do the like again - such are the essential conditions for the making of a people." (P-181).

هڪ قوم ڪيئن ٺهندي آهي؟ ان لاءِ پروفيسر رينان جي مٿين وضاحت قابل غور آهي ۽ مذڪوره اصولن مطابق مسلمان هڪ قوم آهن. اهو اصول تقسيم ڪانپوءِ به ائين نئون آهي جيئن تقسيم کان اڳ هو. قوميت بابت اڄ ڪلهه جو مونجهارو هروڀرو مستقل مفاد طرفان پيدا ڪيو ويو.

## هندستان ۾ ڪئبينيٽ مشن جي آمد

١٩٣٩ع ۾ ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ٿي وئي، ١٩٤٢ع ۾ ڪرپس مشن ۽ جون ١٩٤٥ع ۾ شملا ڪانفرنس جي ناڪاميءَ بعد ١٩٤٦ع ۾ ڪئبينيٽ مشن جي آمد ٿي. ڪرپس مشن توڙي شملا ڪانفرنس تي

بحث ڪرڻ پنهنجي موضوع سان تعلق ڪونہ ٿو رکي. ان ڪري هتي پڙهندڙن آڏو ڪئبينيٽ مشن بابت پنهنجون گذارشون پيش ڪندس. ياد رهي تہ ٻي مهاڀاري لڙائي کانپوءِ آگسٽ ١٩٤٥ع ۾ برطانيہ ۾ عام چونڊون ٿيون هيون، جن ۾ مسٽر چرچل جي "ٽوري پارٽي" کي اليڪشن ۾ شڪست آئي هئي ۽ ليبر پارٽي اليڪشن ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. ليبر پارٽي جو مسٽر ائٽلي (Attle) وزيراعظم مقرر ٿيو. تاريخ ١٩ فيبروري ١٩٤٦ع تي مسٽر ائٽلي پارليامينٽ ۾ هڪ وڏو اهم اعلان ڪيو تہ، هندستان جي مسئلي جي نبيري لاءِ ڪئبينيٽ جي ٽن وزيرن لارڊ پيٿڪ لارنس (Lawrence) سر اسٽيفرڊ ڪرپس (Stafford Cripps) ۽ مسٽر اي وي اليگزينڊر (Alexander) کي هندستان موڪلڻ جو فيصلو ڪيو آهي، جيڪي هندستان جي آزاديءَ بابت اتان جي ليڊرن سان ڳالهيون ڪندا. تاريخ ١٣ مارچ ١٩٤٦ع تي وزيراعظم ائٽلي هائوس آف ڪامنس ۾ هند جي مستقبل بابت هڪ يادگار تقرير ڪئي هئي جا سموري مسٽر وي پي مينن (V.P. Menon) پنهنجي مشهور ڪتاب "هندستان ۾ اقتدار جي منتقلي" (The transfer of power in India) ۾ نقل ڪئي آهي. وزير اعظم مسٽر ائٽلي فرمايو تہ "ڪئبينيٽ جا هي ٽيئي وزير مثبت موڊ سان هندستان وڃي رهيا آهن، جيڪي وري هن امر کان بخوبي واقف آهن تہ هينئر صاف ۽ پڪو قدم کڻڻو آهي. ڪئبينيٽ مشن وارا هندستانين کي مڪمل ۽ جلد آزادي ڏيارڻ لاءِ حتي المقدور ڪوشش وٺندا. هاڻي اهو هندستان تي ڇڏيل آهي تہ، موجوده حڪومت جي عيوض ان کي ڪهڙي قسم جي گورنمينٽ جو انتخاب ڪرڻو آهي. جيتوڻيڪ مونکي اميد آهي تہ، هي ملڪ برطانوي دولت مشترڪ ۾ رهڻ پسند ڪندو. اسانکي اقليتن جي حقن جو خيال ڪرڻو آهي، جن کي بغير خوف خطري جي آزاد رهڻ گهرجي. ٻئي طرف اسان اقليت کي اهڙو ڪوبہ حق نہ ڏينداسون، جنهن مطابق هوءَ اڪثريت جي حقن تي ويٽو استعمال ڪري." (ڏسو ڪتاب مذڪوره ص ٢٣٤ ـ ٢٣٥ ڪلڪتہ، ١٩٥٧ع ايڊيشن).

تاريخ ٢۴ مارچ ١٩۴٦ع تي ڪئبينيٽ مشن دهلي ۾ پهتي. هڪ هفتو ساندهه ان وقت هندستان جي وائسراءِ لارڊ ويول (Wavell) سان گفت و شنيد ڪئي ۽ ان کان بعد هندستان جي هڪ عظيم سياستدان مرحوم مولانا ابوالڪلام آزاد صاحب پنهنجي ڪتاب ”هندستان جي آزادي“ (India wins freedom) ۾ لکي آهي. جيتوڻيڪ ٻين ڪيترن ئي مصنفن پنهنجن ڪتابن ۾ به ڪئبينيٽ مشن بابت تفصيل سان لکيو آهي، پر مان ڄاڻي واڻي مولانا آزاد جي ڪتاب مان حوالا پيش ڪندس. هي صاحب ان وقت ڪانگريس جو صدر هو ۽ جيئن ته سيني کي خبر آهي ته پڇاڙيءَ ۾ گانڌي ۽ نهرو به پاڪستان اسڪيم کي قبول ڪيو، پر آزاد صاحب ان جي مڃڻ لاءِ صفا نابري واري هئي. مولانا پنهنجو هي ڪتاب جواهر لال نهروءَ جي نالي هيٺين الفاظن سان منسوب ڪيو آهي.

(For Jawahar Lal Nehru friend and Comrade)

## لاهور قرارداد ١٩۴٠ع جي ترميم ١٩۴٦ع ۾

هندستان ۾ ڪئبينيٽ مشن جي آمد جي موقعي تي لاهور واري قرارداد ۾ اهم ترميم ڪئي وئي هئي. هيءَ ترميمي قرارداد بنگال جي ليڊر مرحوم حسين شهيد سهرورديءَ تاريخ ١٠ اپريل ١٩۴٦ع تي مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي چونڊيل مرڪزي توڙي صوبائي اسيمبلين جي ميمبرن جي هڪ گڏيل ڪنوينشن آڏو پيش ڪئي هئي، جن جو تعداد ڇهن سون کان به مٿي هو، جنهن کي ”دهلي ڪنوينشن“ به ڪوٺجي ٿو. جيئن مٿي عرض ڪيو ويو ته لاهور جي قرارداد ۾ اتر اولهه ۽ مشرقي زونس ۾ آزاد ۽ خودمختيار مسلم رياستون ٺاهڻ لاءِ گهر ڪئي وئي هئي، پر دهلي قرارداد ۾، لاهور جي قرارداد ۾ ترميم ڪري مسلم ليگ گهر ڪئي ته هندستان جي اتر اولهه جي صوبن بنگال ۽ آسام، پنجاب، سرحد، سنڌ ۽ بلوچستان کي ملائي هڪ رياست پاڪستان جي نالي سان ٺاهجي، جو جتي مسلمانن جي اڪثريت رهي

تي ۽ اهڙي اسٽيٽ هر معاملي ۾ خودمختيار ۽ آزاد رهندي ۽ بنا دير پاڪستان جي قيام لاءِ صاف ۽ واضح ضمانت ڏني وڃي."

"That the zones comprising of Bengal and Asam in the north east and the Punjab, N.W.F. Province, Sindh, Baluchistan in the north - west of India, namely Pakistan zones, where the Muslims are in dominant majority, be constituted in a soverign independent state, and that an unequivoval undertaking be to implement the establishment of Pakistan without delay". (Pirzada P-67).

اسان جا ڪي دوست لاهور قرارداد جو حوالو ڏئي اولهه پاڪستان ۾ جدا جدا رياستن ناهڻ تي اصرار ڪندا آهن، ڇوته مذڪوره قرارداد ۾ "اسٽيٽس" جو لفظ لکيل آهي، پر ڪين خبر ئي نه آهي ته لاهور واري قرارداد ۾ اپريل ۱۹۴٦ع ۾ ترميم ڪري هڪ رياست پاڪستان جي نالي سان ٺهرائڻ لاءِ گهر ڪئي وئي، جنهن ۾ مسلمانن جي عظيم اڪثريتي صوبن جهڙوڪ آسام، بنگال، پنجاب، سرحد، سنڌ ۽ بلوچستان کي ملائي پاڪستان ناهڻ جي گهر ڪئي وئي. دهليءَ واري قرارداد مسلم ليگ جي مجلس عامله يا ورڪنگ ڪاميٽيءَ ڪونه پاس ڪئي هئي پر اها جيئن مٿي بيان ڪيو ويو، مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي چونڊيل صوبائي توڙي مرڪزي اسيمبليءَ جي ميمبرن پاس ڪئي هئي. ان ڪري سياسي لحاظ کان دهليءَ واري قرارداد جي وڏي اهميت آهي. ڪئبينيٽ مشن وارن سان مذاڪرات ڪرڻ وقت مسلم ليگ جي سربراه مسٽر جناح دهلي قرارداد جي مطابق هڪڙي مسلم رياست پاڪستان جي قيام جي گهر ڪئي هئي.

## مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ ڪئبينيٽ مشن

هندستان جي مستقبل بابت برطانوي ڪئبينيٽ جي ٽن وزيرن سان مولانا آزاد ڪهڙن آئيني مسئلن تي ڳالهايو. ان جي مڪمل روئداد

موصوف پنهنجي ڪتاب (India Wins Freedom) ۾ ڏني آهي. لکي ٿو ته ”انهيءَ ڳالهه کان ڪوبه انڪار ڪري نه پيو سگهي ته بحيثيت هڪ گروهه جي مسلمان پنهنجي مستقبل لاءِ سخت بيقرار ۽ پريشان هئا. مسلمانن جي اڪثريت وارن صوبن ۾ ته ڪين ڪو فڪر لاحق ڪونه هو. پر مجموعي طرح سان سڄي هندستان ۾ مسلم آبادي اقليت ۾ هجڻ ڪري انهيءَ خوف ۾ مبتلا هئي ته هڪ آزاد هندستان ۾ سندن حقن جي حفاظت ڪانه ٿي سگهندي. مون هن مسئلي تي لڳاتار ڳوڙهو ويچار ڪيو ۽ آخر ان نتيجي تي پهتس ته اهڙي حالت ۾ پوري دنيا ۾ هي رواج آهي ته مرڪز کي گهٽ اختيار ملڻ کپن. (صفحه ۱۳۹ ـ ۱۴۰).

مولانا آزاد صاحب اڳتي هلي لکي ٿو ”مون ڏٺو ته هندستان لاءِ وحداني طرز جي نه پر وفاقي (Federal) قسم جي آئين جي ضرورت آهي. دستور اهڙو ناهجي، جنهن ۾ صوبن کي ڪافي ڪاتن بابت خودمختياري به حاصل ٿئي ۽ قومي وحدت کي به ڇيهو نه رسي.“ (صفحه ۱۴۰) هن اسڪيم جي وضاحت ڪندي مولانا هيٺ لکي ٿو ته، ”مون لاءِ اها ڳالهه صاف ٿي وئي ته بچاءُ (Defence)، مواصلات (Communication) ۽ ٻاهرين معاملن وارا ڪاتا (Foreign Affair) مرڪز جي حوالي ڪجن. انهن محڪمن کي صوبن جي حوالي ڪرڻ سان وفاق جو مقصد ئي فوت ٿي ويندو. مٿين ڪاتن ڪانسواءِ باقي سڀ ڪاتا صوبن جي حوالي ٿين. البته هڪ ٻئين لسٽ اهڙن ڪاتن جي به تيار ڪجي، جنهن لاءِ صوبائي اسيمبليون مجاز هجن ته، اهي ڪاتا پاڻ وٽ رکن يا مرڪز جي حوالي ڪجن ۽ اهڙي جوڙجڪ نهڻ سان مسلمانن جا خدشا دور ٿي سگهن ٿا. ٻيو ڪو طريقو ڪونه آهي.“ (صفحه ۱۴۰)

ڪئبينيٽ مشن وارن سان ملاقات جو ذڪر ڪندي مولانا لکي ٿو ”منهنجي ڪئبينيٽ مشن جي وفد سان پهرين ملاقات ۴ اپريل ۱۹۴۶ع تي ٿي، جنهن ۾ مشن جي طرفان زير ترتيب سوال تي بحث ٿيو. ان مان پهريون سوال هندستان جي فرقيوارانه مسئلي بابت هو. جڏهن مشن

وارن هن مسئلي جي حل بنسبت منهنجي راءِ ورتي ته، مون اڳ پنهنجو
ٺاهيل فارمولا کين ٻڌايو ته مرڪز کي لازمي ڪاتن مان ٿورا ۽ ان سان
ڳنڍ ڪي اختياري ڪاتا پڻ حوالي ڪيا وڃن. هي حل ٻڌي لارڊ پيٿڪ
لارنس چوڻ لڳو ته في الحقيقت فرقيوارانه مسئلي جي نبيرڻ لاءِ تون
هڪ نئين راهه ڏسي رهيو آهين. ڪرپس مون واري اسڪيم ۾ خاص
دلچسپي ورتي ۽ دير تائين مون کان آڏي پڇا ڪندو رهيو." (صفحه
۱۴۸). هن ئي صفحي تي مولانا لکي ٿو، "ڪئبينيٽ وارن سان
پنهنجي ٿيل ڳالهين جي رپورٽ مون ۱۲ اپريل ۱۹۴۶ع تي ڪانگريس
ورڪنگ ڪاميٽي آڏو پيش ڪئي. بحث مباحثي کانپوءِ ورڪنگ
ڪاميٽي مون واري حل جي افاديت کي مڃيو. مهاتما گانڌيءَ مون
واري فارمولا جي تائيد ڪندي فرمايو ته، "فرقيواريت جهڙي هڪ
منجهيل مسئلي جي حل ڪرڻ لاءِ مون هڪ نئين راهه دريافت ڪئي
آهي." (صفحه ۱۴۱). ليگ جي مطالبه پاڪستان تي تنقيد ڪرڻ
کانپوءِ صفحه ۱۴۵ جي آخري پئراگراف ۾ مولانا لکي ٿو، "ليگ وارا
تقسيم جون ڳالهيون ڪندا رهيا ۽ سندن گهر هئي ته مسلم اڪثريت
وارن علائقن ۾ هڪ آزاد رياست قائم ڪئي وڃي، جا طلب ڪئبينيٽ
مشن وارا قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا."

ڪئبينيٽ مشن، مسلم ليگ ۽ ڪانگريس هاءِ ڪمانڊ سان گفتگو
پوري ڪري پنهنجون سفارشون برطانيه سرڪار کي موڪليون، جيڪي
وزيراعظم ائٽلي ۱۴ مئي ۱۹۴۶ع تي هائوس آف ڪامنس ۾ ظاهر
ڪيون. ان سلسلي ۾ مولانا لکي ٿو، "ڪئبينيٽ مشن وارن پنهنجي
اسڪيم جو اعلان ۱۶ مئي ۱۹۴۶ع تي ڪيو ۽ اها هوبهو ساڳي
نڪتي، جنهن جي نشاندهي مون پنهنجي بيان مؤرخه ۱۵ اپريل
۱۹۴۶ع تي ڪئي هئي. ڪئبينيٽ مشن پلان ۾ سفارش ڪئي وئي ته،
مرڪز کي فقط ٽي ڪاتا مواصلات، بچاءُ ۽ پرڏيهي وارا ڏنا وڃن. پلان
۾ هڪ نئين ڳالهه جو اضافو ڪيو ويو، جنهن مطابق سڄي ملڪ کي ٽن
زونن ۾ اي، بي، سي وار تقسيم ڪيو. سندن خيال مطابق ان نموني

سان ئي اقليت جي حقن جو تحفظ ٿي سگهي ٿو. سيڪشن اي ۾ هندو اڪثريت وارا صوبا، سيڪشن بي ۾ مسلم اڪثريت وارا صوبا پنجاب، سرحد، سنڌ ۽ برٽش بلوچستان ۽ سيڪشن سي ۾ بنگال ۽ آسام جا پرڳڻا پاڻ ۾ ملايا ويا، جن ۾ مسلمانن جي اڪثريت هئي. ڪئبينيٽ مشن جي خيال مطابق مٿين اسڪيم کي نافذ ڪرڻ سان مسلمان اقليت کي مطمئن ڪري ليگ جا خدشا دور ڪري سگهجن ٿا. ڪئبينيٽ وارن منهنجي اها راءِ تسليم ڪري ورتي ته گهڻا ڪاتا صوبن جي حوالي ڪجن. ان نموني سان مسلمانن کي مڪمل خود مختاري جي ضمانت ملي. سيڪشن بي ۽ سي ۾ مسلمان گهڻائي ۾ هئا. ان ڪري انهن جي جائز مطالبي کي پذيرائي ملي. مرڪز ڇاڪاڻ ته مٿين ٽن ڪاتن ڪانسواءِ هلي نه سگهندو، ان ڪري اهي محڪما ان جي حوالي ڪيا ويا. بنيادي طرح سان ڪئبينيٽ مشن جون سفارشون اهي هيون جيڪي مون ڪين ڏنيون هيون، سواءِ سيڪشن وار تقسيم جي. مون محسوس ڪيو ته، اسان کي هن تجويز کي خير مقدم چئي ان کي قبول ڪرڻ کپي. پهريائين جناح صاحب ڪئبينيٽ مشن جو مخالف هو. هو آزاد پاڪستان جي گهر ۾ ايترو اڳتي وڌيو هو جو پنتي موٽي ئي نه پيو سگهي. مشن صاف لفظن ۾ جواب ڏنو ته، ”ملڪ جي ورهاست ڪرڻ بعد هڪ آزاد رياست ٺاهڻ جي گهُرَ جي هو ڪڏهن به حمايت نه ڪندا.“ (صفحه ١٤٩ - ١٥٠).

ڪئبينيٽ مشن جي سفارش تي غور ڪرڻ لاءِ مسلم ليگ ڪائونسل جو اجلاس ٦ جون ١٩٤٦ع تي ٿيو. ٽن ڏينهن جي گرما گرم بحث ڪرڻ ڪانپوءِ ڪائونسل ڪئبينيٽ مشن کي قبول ڪرڻ جو اعلان ڪيو هو. ان بابت مولانا لکي ٿو ”جناح ڪائونسل جي اجلاس کي ٻڌايو ته ڪئبينيٽ مشن پلان جي اسڪيم کان اسان وڌيڪ ڪجهه حاصل نٿا ڪري سگهون. ان ڪري هن ليگ کي ان جي قبول ڪرڻ جو مشورو ڏنو. قرارداد تي ووٽنگ ٿي جنهن ۾ متفقه طور مسلم ليگ ڪئبينيٽ مشن پلان کي منظور ڪيو.“ (صفحه ١٥٠)

ڪئبينيٽ مشن پلان کي منظور ڪري ليگ وڏي قرباني ۽ اخلاص جو مظاهرو ڪيو هو. اندازو لڳايو ١٩٤٦ع ۾ آزاد پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ مسلمانن ۾ ڪيڏو نه شوق ۽ ولولو هو. ڪئبينيٽ مشن کي منظور ڪري مسلم ليگ مطالبءِ پاڪستان تان دستبردار ٿي. مولانا پاڻ لکيو آهي ته، ليگ جي هن روش تي ڪيترن ئي ماڻهن کي حيرت ٿي، ڇاڪاڻ ته مشن پلان ۾ پاڪستان جي مطالبي کي رد ڪيو ويو هو ۽ اڃان تائين هندو سياستدان توڙي انهن جا ايلچي پروپيگنڊا ڪرڻ ۾ مصروف آهن ته ملڪ تقسيم ڪري جناح صاحب وڏو گناهه ڪيو آهي. ان ڪان وڌيڪ ٻي ڪا ڪوڙي ڳالهه ٿي نٿي سگهي.

## ڪئبينيٽ مشن جو پلان ۽ نهروءَ جي پريس ڪانفرنس

اها ڳالهه خاص نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي ته ڪئبينيٽ مشن جون سفارشون خود ڪانگريس جي صدر مولانا آزاد جي لکڻ مطابق سندس ذهن جي پيداوارا هيون ۽ اصولن ڪانگريس جماعت کي مشن جون تجويزون مڃڻ لاءِ سبقت ڪرڻ کپندي هئي، پر مسلم ليگ اڳ ۾ ان کي قبول ڪيو ۽ بعد ۾ ڪانگريس به ذهني تحفظات سان مشن جون سفارشون قبول ڪيون. ان لاءِ مولانا آزاد پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته، ”طويل گفت و شنيد بعد ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽي ٢٦ جون ١٩٤٦ع تي ڪئبينيٽ مشن پلان کي منظور ڪرڻ واري قرارداد پاس ڪئي. جيتوڻيڪ عارضي گورنمينٽ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڪانگريس قاصر رهي.“ (صفحه ١٥١)

ياد رهي ته قائد اعظم ٦ جون ١٩٤٦ع تي ڪئبينيٽ مشن جي سفارشن کي قبول ڪري عارضي گورنمينٽ ۾ شرڪت جو اعلان ڪيو هو. مولانا ساڳئي صفحي جي آخري پئراگراف ۾ نهايت ئي دلسوزيءَ سان لکي ٿو، ”ڪانگريس مسلم ليگ جي طرفان ڪئبينيٽ مشن پلان جي منظوري هندستان جي آزاديءَ جي تاريخ ۾ هڪ شاندار ۽ نهايت ئي اهم واقعو آهي. ان جي معنيٰ اها هئي ته هندستان جي آزاديءَ جو

فيصلو مذاڪرات ذريعي طئي ٿيو ۽ نڪي جهيڙي ۽ تشدد سان. فرقيواريت جو هميشه خاتمو آندو ويو، پوري هندستان اندر ماڻهو آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ متحد ٿي ويا ۽ ماڻهو خوشيءَ وچان ٽپڻ ڪڏڻ لڳا هئا. اسان خوشيون تہ ملهايون، پر ان ڳالهہ کان آگاهہ نہ ڪونہ هئاسون تہ هي خوشي قبل از وقت آهي ۽ اسان کي اڳتي هلي سخت مايوس ٿيڻو پوندو." (صفحہ ١٥١)

اها مايوسي ڪيئن ٿي، ان جو ذڪر اڳئين باب (Prelude Partition) ۾ مولانا هن نموني ڪري ٿو تہ، "مان ١٩٣٩ع کان ١٩٤٦ع تائين ساندهہ ست سال ڪانگريس جو صدر رهيس ۽ نهايت نازڪ ۽ اهم مذاڪرات جهڙوڪ ڪرپس مشن ١٩٤٢ع، شملا ڪانفرنس ١٩٤٥ع ۽ ڪئبينيٽ مشن ١٩٤٦ع ۾ حصو ورتم. ان ڪري چاهيم تہ ڪانگريس جو ٻيو ڪو صدر چونڊجي. ڪيترن ئي ماڻهن مون ۾ اعتماد ڪيو، پر مون ڏٺو تہ سردار پٽيل پاڻ صدر ٿيڻ پيو چاهي. ان ڪري مون فيصلو ڪيو تہ پاڻ کي ٻيهر نہ چونڊرائيندس. ٻيو مرحلو اهو هو تہ، ڪانگريس جي صدارت لاءِ ڪنهن اهڙي شخص جو انتخاب ڪجي، جيڪو منهنجي چڏيل پاليسيءَ تي هلي. ان ڪري مون جواهر لال نهروءَ جو نالو پيش ڪيو، جنهن کي متفقہ طور صدر چونڊيو ويو."

نهرو صاحب جي انتخاب تي تبصرو ڪندي مولانا لکي ٿو، "نهروءَ جو انتخاب منهنجي ويجهو موزون ترين هو، پر هن جي صدر ٿيڻ کانپوءِ حالتن جيڪو رخ اختيار ڪيو، ان مون کي سوچڻ تي مجبور ڪيو تہ، مان شايد غلطيءَ تي هوس ۽ اهي ماڻهو جيڪي مون کي ٻيهر هڪ سال لاءِ ڪانگريس جو صدر بنائڻ پيا گهرن سي شايد صحيح هئا." (صفحہ ١٥٣) اڳتي لکي ٿو، "ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽي جو اجلاس جولاءِ ١٩٤٤ع تي ٿيو ۽ ڪئبينيٽ مشن پلان جي منظوري وٺڻ لاءِ هڪ قرارداد ٺاهي آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي آڏو پيش ڪئي وئي، جنهن پڻ ڪافي بحث مباحثي بعد منهنجي شخصي وضاحتن تي ان کي قبول ڪيو." (صفحہ ١٥٣)

آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي طرفان ڪئبينيٽ مشن پلان قبول ڪرڻ کانپوءِ مولانا هڪ نهايت ئي اهم ڳالهه جو انڪشاف ڪيو آهي جو غور طلب آهي. چوي ٿو، ”ان کانپوءِ اهڙو منحوس واقعو پيش آيو جنهن تاريخ جي رخ کي ئي بدلائي ڇڏيو. ١٠ جولاءِ ١٩٤٦ع تي بمبئي ۾ پنڊت نهرو هڪ پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪيو، جنهن ۾ هن هڪڙو اهڙو بيان ڏنو جيڪو عام حالتن ۾ شايد نظر انداز ٿئي ها، پر هڪ شڪي ماحول ۾ ان جا نهايت ئي افسوسناڪ نتيجا نڪتا. ڪنهن اخباري رپورٽر پريس ڪانفرنس دوران جواهر لال کان پڇيو ته ڇا اها حقيقت آهي ته آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ پاران ڪئبينيٽ مشن کي منظور ڪرڻ جي اها معنيٰ آهي ته ان کي عارضي گورنمينٽ جي ناهڻ سميت ڪلي طرح قبول ڪيو ويو. ”ان تي نهروءَ جواب ڏنو ته ڪانگريس معاهدن جي زنجيرن کان آزاد ٿي دستور ساز اسيمبليءَ ۾ شرڪت ڪندي ۽ جيڪا به صورتحال پيدا ٿيندي ان کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار ۽ مختار هوندي. ان تي پريس جي نمائندن نهروءَ کان وري پڇيو ته ڇا ان جي معنيٰ اها ٿيندي ته ڪئبينيٽ مشن جي مڃيل پلان ۾ هاڻي ردوبدل ٿي سگهي ٿي. جنهن تي نهرو صاحب صاف جواب ڏنو ته ڪانگريس فقط آئين ساز اسيمبليءَ ۾ شرڪت ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي ۽ ڪئبينيٽ مشن پلان کي جهڙي نموني بهتر ڄاڻجي ان ۾ ردوبدل ڪري سگهجي ٿي. مان (آزاد) اها ڳالهه سرڪاري رڪارڊ تي آڻڻ گهران ٿو ته، جواهر لال نهرو جو بيان غلط هو. اهو چوڻ هرگز صحيح نه هو ته، ڪانگريس ڪئبينيٽ مشن پلان کي جهڙي نموني چاهي ان ۾ ردوبدل ڪري سگهي ٿي. اسان حقيقت ۾ ان ڳالهه کي قبول ڪري ويٺا سون ته، مرڪز ۾ وفاقي نظام هوندو. ٽن ڪاتن ڪانسواءِ باقي سڀ ڪاتا صوبن وٽ رهندا. صوبن جي اي بي سي وار گروپ بنديءَ کي ڪئبينيٽ مشن پلان مطابق اسان مڃيو هو. ان ڪري ٻين پارٽين جي صلاح مشوري ڪانسواءِ ڪانگريس يڪطرفه ان ۾ ردوبدل ڪرڻ جي مجاز نه هئي. مسلم ليگ ڪئبينيٽ مشن پلان کي ان ڪري تسليم ڪيو،

ڇاڪاڻ ته برطانوي سرڪار ان ڪان وڌيڪ سهولت ڏيڻ لاءِ تيار نه هئي.
مسٽر جناح ليگ جي ڪائونسل ۾ تقرير ڪندي چيو ته، پلان جي منظوريءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه چارُهو ڪونهي. ڇاڪاڻ ان ڪان وڌيڪ ملڻ جي اميد نه آهي. جناح صاحب ڪئبينيٽ مشن سان مذاڪرات جي نتيجي ۾ مطمئن ڪونه هو. پر مشن جي سفارش قبول ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه رستو نٿي معلوم ٿيس. جواهر لال نهرو جو مٿيون بيان هن لاءِ ڏماڪو ثابت ٿيو ۽ فوراً اعلان ڪيائين ته، ڪانگريس جي صدر جي بيانَ اچڻ ڪَانپوءِ سڄي معاملي تي ٻيهر غور ڪيو وڃي. جناح صاحب، لياقت علي خان کي مسلم ليگ جي اجلاس گهرائڻ لاءِ حڪم ڪيو ۽ ان سان گڏ هڪ بيان ڏيندي چيائين ته اسان ڪئبينيٽ مشن پلان کي انهيءَ ڪري مڃيو جو خاطري ڏني وئي ته، ڪانگريس پڻ ان کي تسليم ڪيو آهي ۽ هندستان جي مستقبل واري آئين جو بنياد مشن جي پلان مطابق رکيو ويندو. هينئر جڏهن ڪانگريس جي ذميوار صدر (نهرو) اهڙو اعلان ڪيو ته اڪثريت جي سهاري تي هو ان اسڪيم ۾ ردوبدل ڪري سگهن ٿا ته، ان جي صاف معنيٰ اها آهي ته، اقليت کي اڪثريت جي رحم و ڪرم تي ڇڏيو ويو آهي. جناح صاحب جي اها راءِ هئي ته جواهر لال جي ڪيل اعلان جو مطلب هي آهي ته، ڪانگريس ڪئبينيٽ مشن پلان کي رد ڪري ڇڏيو. هاڻي وائسراءِ جو اخلاقي فرض آهي ته مسلم ليگ جنهن پلان کي منظور ڪيو، ان کي گورنمينٽ ٺاهڻ لاءِ دعوت ڏني وڃي. پروگرام مطابق مسلم ليگ ڪائونسل جو اجلاس ٢٧ جولاءِ ١٩٤٦ع تي بمبئي ۾ منعقد ٿيو، جنهن ۾ جناح صاحب افتتاحي تقرير ڪندي پاڪستان جي گهر کي دهرائيندي چيو ته مسلم ليگ کي ان جي حصول ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه طريقو نه آهي. ٽن ڏينهن جي بحث مباحثي ڪانپوءِ ڪائونسل ڪئبينيٽ مشن پلان کي رد ڪندي پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ ڊائريڪٽ ايڪشن (Direct Action) ڪرڻ جو فيصلو ڪيو." (صفحه ١٥٥ ـ ١٥٦)

پڙهندڙن کي پرزور گذارش ٿو ڪريان ته مٿي مولانا ابوالڪلام

آزاد مرحوم جي ڪتاب مان ورتل حوالن کي غور سان پڙهي پاڻ انصاف ڪريو تہ حالتن کي بگاڙڻ لاءِ ڪانگريس ۽ ان جي صدر جي ڪيڏي نہ ذميواري آهي. مسلم ليگ جي طرفان ڪئبينيٽ مشن کي ٺڪرائڻ ڪانپوءِ مولانا لکي ٿو تہ ”مون کي سخت ذهني تڪليف پهتي. ڇاڪاڻ تہ، ڪئبينيٽ مشن پلان جو خيال منهنجو ئي هو ۽ مون ئي ان جي تجويز ڏني هئي ۽ وڏيڪ ڏک جي ڳالهہ اها آهي تہ اسان جي پنهنجي ڪرتوتن جي ڪري پلان جي ستياناس ٿي وئي، ان ڪري مون ٨ آگسٽ ١٩٤٦ع تي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو اجلاس گهرائي ان ۾ تقرير ڪئي. مون چيو تہ صورتحال کي وڏيڪ خراب ٿيڻ کان بچائڻ جو واحد طريقو هي آهي تہ، اسان کي صاف لفظن ۾ چوڻ کپي تہ، ڪئبينيٽ مشن پلان متعلق اصل راءِ اها آهي جا آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي ڏني هئي (يعني قبول ڪرڻ جو فيصلو) ۽ ڪنهن بہ فرد کي چاهي اهو ڪانگريس جو صدر ئي ڇونہ هجي، ان ۾ ردوبدل ڪرڻ جو اختياز نہ آهي. پر ورڪنگ ڪاميٽي جو اهو خيال هو تہ، اسان پڻ باهين جي وچ ۾ ڦاٿل آهيون. هڪ هنڌ ڪانگريس جي صدر جي وقار جو سوال آهي تہ ٻئي طرف ڪئبينيٽ مشن ذريعي ڪانگريس جي صدر (نهرو) جي بيان کي رد ڪبو تہ تنظيم ڪمزور ٿي ويندي. ٻئي پاسي ڪئبينيٽ مشن پلان جي ڇڏڻ جي معنيٰ تہ، پورو ملڪ برباد ٿي ويندو.“ (صفحہ ١٥٦)

ان اجلاس ۾ ڪانگريس هڪ گول مول ۽ منجهيل قرارداد پاس ڪري حالتن کي مزيد بگاڙڻ لاءِ جواز پيدا ڪيو. مسلم ليگ پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ ١٦ آگسٽ ١٩٤٦ع تي ڊائريڪٽ ائڪشن ڏينهن ملهائڻ جو فيصلو ڪيو هو. ان ڏينهن تي فرقيوارانہ فساد ٿيا. جنهن ۾ ڪيترين ئي جانيون ضايع ٿيون. مولانا ان تي ڏک جو اظهار ڪندي لکي ٿو تہ، ”مونکي رنج سان اظهار ڪرڻو ٿو پوي تہ، اسان ئي مسلم ليگ کي طئي شده سياسي فرقيواريت وارن مسئلن کي پنهنجي سختي جي ڪري ٻيهر کولڻ جو موقعو فراهم ڪيو. ان غلطيءَ جو جناح صاحب خوب فائدو وٺي ڪئبينيٽ مشن پلان کي رد ڪري ڇڏيو.“ (صفحہ ١٦٠)

پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ مسلم ليگ جي طرفان ڊائريڪٽ ائڪشن ڏينهن ملهائڻ جو سبب ڪئبينيٽ مشن پلان خلاف ١٠ جولاءِ ١٩٤٦ع تي جواهر لال نهروءَ جو اشتعال انگيز بيان هو. مولانا پنهنجي ڪتاب ۾ نهروءَ جي شخصيت متعلق راءِ ڏيندي لکي ٿو ته، "جواهر لال نهرو منهنجو پيارو دوست آهي ۽ هندستان جي قومي زندگيءَ ۾ سندس حصو ڪنهن کان به گهٽ نه آهي. هندستان جي آزاديءَ لاءِ هن ڪافي ڪجهه سُنو آهي ۽ آزادي ملڻ کانپوءِ قومي اتحاد ۽ ملڪي ترقي لاءِ هڪ علامت آهي. ان هوندي به مون کي ارمان سان چوڻو ٿو پوي ته ڪڏهن ڪڏهن هو جذبات کان مغلوب ٿي ويندو آهي. نه فقط ايترو پر ڪڏهن ڪڏهن هو نظرياتي خيالن کان ايترو ته متاثر ٿيندو آهي جو صورتحال جي حقيقتن کي گهٽ سمجهندو آهي." (صفحه ١٦٠)

ڪئبينيٽ مشن پلان مطابق جيئن مولانا آزاد لکيو آهي، پاڪستان جي اسڪيم کي رد ڪيو ويو ۽ ان جي باوجود مسلم ليگ محض صوبائي خود مختياري جي اصول ڪري ان کي تسليم ڪيو، پر افسوس جو نهرو ۽ ڪانگريس کي مذڪوره آئيني رعايتون ڪک ۾ کان وانگر لڳيون. مسٽر وي پي مينن (Menon) پنهنجي ڪتاب "هندستان ۾ اقتدار جي منتقلي" (The Transfer of Power in India) جي صفحي ٤٦٦ ۾ ڪئبينيٽ مشن جي رپورٽ مؤرخه ١٦ مئي ڇائيتاليهن جو مڪمل تت شامل ڪيو آهي. ان جي مطالع مان معلوم ٿو ٿئي ته، ڪئبينيٽ مشن پلان ۾ ڪل چوويهه پئرائون آهن. پاڪستان بابت بحث ڇهين پئرا کان شروع ٿي آخري پئرا يارهين تي هيٺين الفاظ سان ختم ٿئي ٿو ته "اسين ان ڪري برطانوي سرڪار کي اهو ڪو به مشورو ڏيئي نٿا سگهون ته، پنهنجو اقتدار ٻن جدا جدا خود مختار رياستن جي حوالي ڪري."

"We are therefore unable to advise the British Government that the power which at present resides in British hands should be handed over to two entirely separate soverign

sates". (P-49 Orient long mans Calcutta, 1957 ED).

ارمان جي ڳالهہ آهي تہ اهڙين حرڪتن جي باوجود بہ هندستان جا سياستدان دنيا ۾ قائد اعظم ۽ مسلم ليگ خلاف نفرت ۽ ضد جو مظاهرو ڪري الزام تا هڻن تہ، ليڪين "امڙ" هندستان ڪي اڌو اڌ ڪرايو. ڇا اوهان تاريخ ڪي بہ ٺڪرائي سگهندا. مثال طور سيپٽمبر ١٩٦٥ع جي لڙائيءَ ۾ سڪيورٽي ڪائونسل ۾ تقرير ڪندي هندستان جي نمائندي مسٽر ڇاڳلا چيو تہ، "هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ لڙائيءَ جو آغاز پاڪستان ٺهڻ ڪري ٿيو" ۽ ساڳيا الفاظ مليشيا جي هندو نمائندي رامنائيءَ بہ چيا هئا. ڪاش اسانجي طرفان ڪو نمائندو مولانا ابوالڪلام آزاد جو ڪتاب هٿ ۾ ڪٽي، ان مان مٿيان حوالا پڙهي ڪين ٻڌائي ها تہ، "اين گناهيست ڪہ در شهر شمانيز ڪنند" هندستان جي موجوده وزير خارجہ مسٽر واجپائي جا هي چيل الفاظ قابل غور آهن تہ "پيءُ (نهرو) پاڪستان ٺاهيو ۽ ڌيٽس بنگلاديش."
(Father created Pakistan and daughter created Bangladesh).

ڪئبينيٽ مشن جي مجيل پلان جي خلاف جواهر لال نهروءَ جي اشتعال انگيز بيان، مولانا آزاد جي چوڻ مطابق تاريخ جو رخ ئي بدلائي ڇڏيو. هڪ انگريز مصنف مسٽر موزلي (Mosley) پنهنجي ڪتاب "برطانوي راڄ جا آخري ڏينهن" (The last days of the British Raj) ۾ لکي ٿو تہ، "ڇا نهرو ڪجهہ محسوس ڪيو تہ هو ڇا پيو چوي؟ هو دنيا کي ٻڌائڻ پيو چاهي تہ، هڪ دفعي اقتدار ۾ اچڻ ڪانپوءِ ڪانگريس مرڪز ۾ طاقت جو استعمال ڪري پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪئبينيٽ مشن پلان ۾ ردوبدل ڪندي. اهو هڪ مصالحتي پلان هو، جيڪو بظاهر بعد ۾ ڪنهن بہ پارٽيءَ جي حق ۾ ردوبدل ٿي نہ پيو سگهي. انهن حالتن ۾ پلان جي خلاف نهروءَ جا رمارڪ سنئون سڌو شرارت انگيزيءَ وارو فعل هو."

"Did Nehru realize what he was saying? He was telling the world that once in power, Congress would use its

strength at the centre to alter the Cabinet Mission Plan as it through fit. It was a compromise plan which abviously could not after wards be altered in favour of one side or another. In the circumstances, Nehru's remarks were a direct act of sabotage". (P-28 3rd Edition London).

## مسلم ليگ ڊائريڪٽ ائڪشن

ڪئبينيٽ مشن پلان جي ناڪامي بعد قائد اعظم آزاد پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ ۱۴ آگسٽ ۱۹۴۶ع تي "براه راست قدم کڻڻ جي ڏينهن" ملهائڻ لاءِ مسلمانن کي اپيل ڪئي ۽ ان سان گڏ اهو پڻ چيو تہ، مسلمان برطانوي القاب واپس ڪن. ڊائريڪٽ ائڪشن ڏينهن ملهائڻ واري فيصلي تي ڳالهائيندي مسٽر جناح چيو تہ "اڄوڪو فيصلو اسانجي تاريخ ۾ هڪ تاريخي ڪارنامو آهي. اسانجي ليگ جي تاريخ شاهد آهي تہ، اسان هر ڪم آئيني حدن اندر ڪيو ۽ ڪوبہ غير آئيني رستو اختيار ڪونہ ڪيو ائٿون، پر هاڻي اسان کي ڊائريڪٽ قدم کڻڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو. اڄوڪي ڏينهن تي اسان آئيني طريقن کي خيرباد چئي پستول هٿ ۾ استعمال لاءِ کڻون ٿا." (ڏسو موزلي جو ڪتاب صفحہ ۲۹).

ليگ جي سڏ تي ۱٦ آگسٽ جو ڏينهن مسلمانن نهايت ئي جوش و خروش سان ملهايو. بنگال جو وزير اعليٰ ان وقت مرحوم سهروردي هو، جنهن ۱٦ آگسٽ تي پنهنجي صوبي ۾ عام موڪل جو اعلان ڪيو، اتي ان ڏينهن تي هندو مسلم فساد ٿيا، جن ۾ ڇهہ هزار ماڻهو فقط ڪلڪتي ۾ قتل ٿي ويا. "ڊائريڪٽ ائڪشن ڊي" پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ ڌماڪہ خيز ثابت ٿيو. انگريزن محسوس ڪيو تہ، ڪانگريس جي تعصب ۽ حماقتن ڪري حالت اتي بيٺي جتي پاڪستان جو قيام ناگزير آهي، پر بعد ۾ هڪ ٻيو واقعو پيش آيو، جنهن پاڪستان جي منزل کي بلڪل ويجهو پهچايو ۽ اهو واقعو آهي عارضي گورنمينٽ جي بجيٽ جو.

## مسلم ليگ ۽ عارضي گورنمينٽ

ياد رهي ته هندستان ۾ اقتدار جي آخري منتقلي کان اڳ ڪئبينيٽ مشن وارن هڪ عارضي گورنمينٽ ٺاهڻ لاءِ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ کي شامل ڪرڻ لاءِ آڇ ڪئي هئي. اول ڪانگريس ٢ سيپٽمبر ١٩٤٦ع تي عارضي گورنمينٽ ۾ وائسراءِ لارڊ ويول جي ماتحت ۽ آئين ساز اسيمبلي اندر شامل ٿي ۽ جواهر لال نهرو ان جو وائيس پريزيڊنٽ مقرر ٿيو. مسلم ليگ عارضي گورنمينٽ ۽ آئين ساز اسيمبليءَ اندر ويهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ١٩٤٦ع جي اليڪشن ۾ مسلم ليگ کي وڏي اڪثريت ۾ مسلمانن ووٽ ڏنا هئا. ان وقت ليگ جو هڪ ئي منشور هو ته، "ليڪي رهين گي پاڪستان" انگريز ۽ ڪانگريس محسوس ڪيو ته انهن ٻن طاقتن ڪانسواءِ ٽين طاقت ليگ جي پڻ آهي جا انتخاب ڪانپوءِ مسلمانن جي واحد جماعت جي حيثيت سان اڀري. ان ڪري ليگ کي عارضي گورنمينٽ توڙي اسيمبليءَ ۾ نظر انداز ڪرڻ مشڪل هو. آخرڪار انگريزن ۽ ڪانگريس سان طويل مذاڪرات بعد ١٥ آڪٽوبر ١٩٤٦ع تي ليگ عارضي گورنمينٽ ۾ شامل ٿي ۽ آئين ساز اسيمبليءَ جي بائڪاٽ ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو.

## کاتن جي تقسيم ۽ ڪانگريس جو رويو

عارضي گورنمينٽ ۾ وزارت داخلا ۽ مالياتي ڪاتي جي چارجن بابت هڪ دلچسپ مسئلو پيدا ٿيو. مولانا ابوالڪلام آزاد پنهنجي تاريخي تصنيف ۾ سمورو احوال نقل ڪيو آهي جيڪو صفحه ١٦٦ کان شروع ٿئي ٿو. مولانا آزاد اسان کي ٻڌائي ٿو ته وائسراءِ لارڊ ويول جو چوڻ هو ته، هڪ اهم ڪاتو مسلم ليگ کي ملڻ کپي. ان ڪري وزارت داخله جو پورٽ فوليو مسلم ليگ جي حوالي ڪجي، پر سردار پٽيل جيڪو ڪانگريس پاران وزير داخلا هو، ان پنهنجي چارج ڏيڻ کان

صفا نابري واري. مسٽر رفيع احمد قدوائيءَ خيال پيش ڪيو تہ ماليات جو ڪاتو مسلم ليگ کي ڏيڻ گھرجي. سردار پٽيل ان تي اٿي مسٽر قدوائي جي پروپوزل جي پرزور حمايت ڪئي. سندن استدلال هو تہ، مسلم ليگين وٽ ڪوبہ مالياتي ماهر ڪونہ آهي، ان ڪري گاڏي هلائي نہ سگھندا. مولانا آزاد، قدوائي توڙي پٽيل ٻنهي جي مخالفت ڪئي تہ ماليت جهڙو اهم ڪاتو مسلم ليگ کي ڏيڻ سخت حماقت ۽ سياسي غلطي آهي، پر پٽيل پنهنجي ضد تي قائم رهيو. ان ڪري مجبور ٿي وائسراءِ ويول (Wavell) کي اطلاع ڏنو ويو تہ مالياتي ڪاتي جو وزير پلي مسلم ليگ مان ڪڍجي. ويول ان تي جناح صاحب کي آڇ ڏني. جنهن تي مسلم ليگ جي صدر فرمايو تہ مان سياڻي اوهان کي ورندي ڏيندس. بهرحال جناح صاحب نواب زاده لياقت علي خان جو نالو پيش ڪيو پر ڪيس شڪ هو تہ ڪو لياقت هن اهم وزارت کي قابليت سان هلائيندو. ان وقت چوڌري محمد علي ماليات ڪاتي ۾ اهم ۽ هوشيار آفيسر هو. جنهن هي خبر ٻڌندي جناح صاحب کي چيو تہ اوهان ماليات جو ڪاتو پل لياقت کي ڏياريو. آئون سڄو ڪم پاڻ سنڀاليندس. اهڙيءَ طرح عارضي گورنمينٽ ۾ ماليات جي ڪاتي جو وزير لياقت علي خان مقرر ٿيو. چوڌري محمد علي جي مدد سان لياقت علي خان سمورن ڪاتن تي ڪنٽرول ڪيو هو ۽ ڪانگريسي، بقول آزاد جي پنهنجن ڪاتن ۾ ليگ جي منظوريءَ بغير ڪو پٽيوالو بہ مقرر ڪري نٿي سگھيا. هاڻي پٽيل محسوس ڪيو تہ، هن ماليات جو ڪاتو ڇڏي عظيم غلطي ڪئي هئي. چوڌري محمد علي جي ذهانت سان لياقت علي خان عارضي گورنمينٽ جي بجيٽ اهڙي نموني ٺاهي جيڪا بظاهر ڪانگريس جي منشور مطابق هئي، پر حقيقت ۾ اها ڪانگريس کي بدنام ڪرڻ لاءِ هڪ ذهين چال هئي. بجيٽ ۾ وڏن سرمائيدارن ۽ صنعتڪارن تي وڏي ٽئڪس مڙهي وئي، جنهن مان وڏي طبقي کي سخت ڌڪ لڳو. انڪانسواءِ لياقت علي خان بجيٽ ۾ هڪ ڪميشن جي تقرر جو فيصلو ڪيو تہ، جي ٽئڪس اجا ادا نہ ڪيا ويا تہ ان حالت ۾

صنعتڪارن ۽ بزنس مين کان اهڙي ٽئڪس جي وصول ڪرڻ لاءِ جوڳوا انتظام ڪيا وڃن. ڪانگريس کي وڏن صنعتڪارن ۽ سيٺين جهڙوڪ برلا ۽ ٽاٽا ۽ ٻين جي حمايت حاصل هئي، بجيٽ هٽي انهن جي چيلهه ڀڃي ڪري وڌي. ڪئبينيٽ جي اندر سردار پٽيل ۽ راج گوپالي آچاريه بجيٽ جي سخت مخالفت ڪئي ۽ دليل ڏنو ته هي فرقيوارانه بجيٽ آهي. مولانا آزاد ٿو لکي ته، ”مون پنهنجن ساٿين کي ٻڌايو ته بجيٽ ڪانگريس جي ڪليل پاليسيءَ جي عين مطابق آهي. ان ڪري اسان اصول مطابق ان جي مخالفت ڪري نٿا سگهون. اسان کي گهرجي ته ميرٽ جي بنياد تي بجيٽ کي جاچي ڏسون ۽ جيڪي نڪتا بجيٽ جا، اسان جي پاليسيءَ سان ٺهڪن ڦهڪن انهن جي حمايت ڪيون.“ (صفحو ١٧٦)

ڏسندا وڃو هندن جي هٺ ڌرمي. ڪانگريس جو صدر مولانا آزاد پاڻ چوي ٿو ته، لياقت جي بجيٽ اسان جي منشور جي مطابق آهي پر پٽيل ۽ راجا پنهنجن هندو سيٺين جي تحفظ خاطر ان کي فرقيواريت جو هروڀرو رنگ پيا ڏين. ماليات جو ڪاتو به هن مسلم ليگ کي پاڻ ڏنو ۽ وري ڦڙتي ڪائي لياقت جي بجيٽ جي خدا ڪارڻ مخالف ڪيائون. درحقيقت لياقت علي خان جي عارضي گورنمينٽ جي بجيٽ پاڪستان لاءِ راهه هموار ڪئي. هندو ليڊر ان راءِ جا ٿيا ته، ڇا به ٿئي هندو ۽ مسلمان پاڻ ۾ گڏجي حڪومت ڪري نٿا سگهن. نتيجي طور تي هنن ذهني طرح پاڪستان کي قبول ڪيو. سردار پٽيل ايڏو ته خفا ٿيو جو آزاد کي چئي ڏنائين ته ”مولانا! اسان چاهيون يا نه، بهرحال هندستان ۾ به قومون ٿيون رهن، هڪ هندو ۽ ٻيا مسلمان.“

مٿئين تاريخي بجيٽ جي تياري لاءِ چوڌري محمد عليءَ جون خدمتون تعريف جي لائق آهن. چوڌري محمد علي پنهنجي ڪتاب ”ظهور پاڪستان“ (The Emergence of Pakistan) ۾ لکيو آهي ته ١٩٤٧ع ۾ وائسراء لياقت کي گهرائي چيو ته، بجيٽ جي تجويزن تي نهروءَ جي موجودگيءَ ۾ بحث ڪيو وڃي. جواهر لال جي مشوري تي مسٽر متائي (Matthai) به ميٽنگ ۾ حاضر رهيو. هي صاحب وڏو

تجربيڪار اقتصادي ماهر هو ۽ ڪيترا سال حڪومت هند جو اقتصادي مشير ٿي رهيو هو. چوڌري صاحب وڌيڪ چوي ٿو ته، "وائسراءِ نهرو ۽ مسٽر متائي جي موجودگي ۾ لياقت بجيٽ جي تجويزن بابت گفت و شنيد ڪئي، جن بجيٽ کي منظور ڪيو ۽ ان ڪانپوءِ نارمل پروسيجر (طريقه ڪار) مطابق بجيٽ ڪئبينيٽ آڏو پيش ٿي هئي."

"The budget proposal had thus been discussed by Liaquat Ali Khan with the viceroy, Nehru and Matthai, who had approved them; they were subsequently put before the cabinet according to normal procedure". (P-109, Lahore, 1973 ED).

پڙهندڙ انصاف ڪن ته هڪ اهڙي بجيٽ جنهن کي نهرو ۽ ان جي اقتصادي ماهر مسٽر متائي قبول ڪيو هجي، ان تي ڪانگريس جي ليڊرن جي هاءِ گهوڙا ڪيڏي نه منافقانه چال آهي. ڪانگريس جي عملن مان صاف ظاهر پيو ٿئي ته، مسلمانن سان گڏ حڪومت ڪرڻ ۾ هنن کي تپ پيو چڙهي. پوءِ ڇونه مسلمان پنهنجي سياسي ۽ نظرياتي بقا لاءِ پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪن ها. هينئر اوهين دنيا کي ٻڌايو ته ته تقسيم ڪرائي، جناح صاحب ملڪ ۾ انيڪ مسئلا پيدا ڪيا آهن.

## وائسراءِ لارڊ ويول کي ڊسمس ڪيو ويو

فيلڊ مارشل سر آرچيبالڊ ويول (Archibald Wavell) کي آڪٽوبر ۱۹۴۳ع ۾ برطانيه سرڪار لارڊ لنٿگو جي جاءِ تي هندستان جو وائسراءِ مقرر ڪيو هو. اِن کان اڳ ويول هندستان جو ڪمانڊر ان چيف ٿي رهيو هو. ويول نهايت ئي غير جانبدار، ايماندار ۽ سچو انسان هو. هن هندستان جي نهايت ئي پر آشوب سياسي تاريخ ۾ عظيم ڪارناما سر انجام ڏنا. شملا ڪانفرنس هن ئي منعقد ڪرائي هئي ۽ ۱۹۴۶ع ۾ مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جي وچ ۾ ٺاهه ڪرائي

ڪئبينيٽ مشن کي قبول ڪرايو، پر هر قدم تي ڪانگريس هن ايماندار شخص کي ناڪامياب ڪرايو. ويول جڏهن غير مبهم لفظن ۾ ڪانگريس کي سندن ڪارن ڪارنامن تي ٽوڪيو ته گانڌيءَ ۽ نهرو سميت سڀ ڪانگريسي هن جا مخالف ٿي بيٺا. هن مسڪين تي الزام مڙهيائون ته ويول مسلمانن جي حمايت ٿو ڪري. مسٽر پينڊرل مون (Penderel Moon) تازو وائسراءِ ويول جي پنهنجي قلم سان لکيل ڊائري هڪ ڪتاب (Wavell the Viceroy's Journal) نالي ١٩٧٣ع ۾ آڪسفورڊ پريس مان شايع ڪرايو. ويول جي هيءَ ڊائري نهايت ئي دلچسپ ۽ پڙهڻ وٽان آهي، جنهن مان ثابت ٿو ٿئي ته، هن کي ڊسمس ڪرائڻ لاءِ هندو ليڊرن سازش ڪئي هئي. ويول جي ڪاغذن مان ثابت ٿو ٿئي ته، ليبر گورنمينٽ جو هندستاني معاملات بابت ماهر وزير ڪرپس پنهنجي ڪانگريس نوازيءَ ڪري ويول جو سخت مخالف بڻيو. ڪرپس لنڊن ۾ ويهي ڪري ڪانگريسي چاڙتن جهڙوڪ ڪرشنا مينن جي ذريعي نهرو سان رابطو رکندو هو. ڪانگريسين مان فقط مولانا آزاد، ويول فارمولا جو حامي هو. ويول جو چوڻ هو ته، اول فرقه پرستيءَ سان منهن ڏجي ۽ ان مسئلي کي انتظامي طور سهٽي نموني حل ڪرڻ کانپوءِ هزمئجسٽي جي گورنمينٽ کي آزادي ڏيارڻ جي تاريخ مقرر ڪرڻ کپي. ويول لنڊن سرڪار کي خبردار ڪيو ته اوهان جي انهيءَ غفلت جي ڪري هندستان ۾ وڏي پيماني تي فرقيوارانه فساد ٿيندا ۽ تاريخ اسان کي معاف نه ڪندي، پر افسوس جو ڪانگريس جي حامي ليبر گورنمينٽ ويول جي گذارشن تي ڪو ڌيان نه ڏنو ۽ هن مسڪين کي جنوري ١٩٤٧ع ۾ ڊسمس ڪري ڇڏيو.

## مولانا آزاد جو رد عمل

ويول جي ڊسمس ٿيڻ تي مولانا آزاد مرحوم کي سخت صدمو رسيو. هن ان وقت ويول جي اوچتي وڃڻ تي هڪ وڏو بيان جاري ڪيو.

هي بيان مولانا مرحوم پنهنجي ڪتاب (India Wins Freedom) ۾ صفحه (۱۸۰ ـ ۱۷۹) تي نقل ڪيو آهي. سچي بيان پڙهڻ کانپوءِ معلوم ٿئي ٿو ته، مولانا آزاد صاحب ويول جي خلوص، سچائي ۽ اخلاقي جرئت جو وڏو مداح هو. ويول جي خدمتن جي تعريف ڪندي مولانا چيو ته، "مونکي يقين آهي ته هندستان ويول جي هن خدمت کي ڪڏهن به وساري نه سگهندو. انگليند ۽ هندستان جي باهمي تعلقات کي آزاد هندستان جو مؤرخ جڏهن ويچار ۾ آڻيندو ته، هو مذڪوره تعلقات جي نئين باب کولڻ لاءِ يقيناً ويول کي ڪريڊٽ ڏيندو." (ص ۱۸۰)

ويول "آزاد" کان متاثر ٿي هن جي هڪ دوست کي چيو ته "مون کي خوشي آهي ته سموري هندستان ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪڙو ته اهڙو شخص (آزاد) آهي، جنهن منهنجي مؤقف کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي." (صفحه ۱۸۰) آزاد جي ڪتاب پڙهڻ کانپوءِ خبر پوي ٿي ته ويول برطانيه سرڪار جي هند بابت پاليسين کان اختلاف ڏيکاري استعيفا ڏني هئي، پر حال ۾ ويول جي جيڪا ڊائري ڪتاب شڪل ۾ شايع ٿي، ان جي مطالعي مان هن جرنل ۾ ان وقت جي وزير اعظم ڏانهن سندس هڪ خط ڇپيل آهي. مذڪوره خط ويول تاريخ ۵ فيبروري ۱۹۴۷ع تي وزير اعظم ائٽلي ڏانهن لکيو هو. ويول هن خط ۾ شڪايت ڪئي آهي ته، "هندستان ۾ هزمئجسٽي جي هڪ نمائنده (ويول) کي سرسري طور ڊسمس ڪرڻ ان جي مقرري جي شان جي خلاف آهي. ڇو جو عام طرح رٽائر ٿيڻ واري وائسراءِ کي ڇهن مهينن جو نوٽيس ملنو آهي."

"I think however that I am entitled to observe that so summary a dismissal of His Majesty's of the appointment. It has been usual to give a retiring viceroy six months notice of his replacement". (Wavell, The Viceroy's Journal P-498, Oxford Press Karachi).

## لارڊ مائونٽبيٽن جي آمد ـ تقسيم جو پلان

ڪانگريس هڪ تير سان ٻه شڪار ڪيا. هڪ ته ڪرپس ۽ لنڊن لابي جي معرفت ويول کي ڊسمس ڪرايو ۽ ٻيو ته ويول جي جاءِ تي پنهنجو پسنديده وائسراءِ مائونٽبيٽن مقرر ٿيُڻ. تاريخ ۲۰ فيبروري ۱۹۴۷ع تي وزير اعظم ائٽلي پارليامينٽ ۾ هڪ تاريخي دور رس ۽ اهم اعلان ڪيو ته "هندستان جون موجوده بي يقينيءَ واريون حالتون پُر خطر آهن، جنهن سبب انهن کي غير معين وقت لاءِ طوالت ڏيئي نٿي سگهجي. شهنشاه اعليٰ مقام جي حڪومت صاف ٻڌائڻ ٿي چاهي ته اسان پڪو پهه ڪيو آهي ته جون ۱۹۴۸ع اندر ذميدار هندستانين جي هٿن ۾ اقتدار منتقليءَ لاءِ مناسب قدم کنيا ويندا.

"The present state of uncertainty is fraught with danger and can not be in definitely prolonged. His Majesty's Government wish to make it clear that it is their definite intention to take the necessary steps to effect the transference of power to responsible Indian hands by a date not later than June, 1948". (The Transfer of Power in India V.P. Menon P-507).

انهيءَ ساڳيءَ تقرير ۾ مسٽر ائٽلي اها به ڌمڪي ڏني ته، جيڪڏهن هندستان جي نمائندن پاڻ ۾ گڏجي آئين سازي ۾ حصو نه ورتو ته اهڙي حالت ۾ برطانوي سرڪار مرڪز توڙي صوبن ۾ جيئن وٽي کنهن به گروهه کي هندستانين جي مفادات ۾ اقتدار جي منتقلي ڪندي. وزير اعظم پارليامينٽ ۾ ويول جي جاءِ تي مائونٽبيٽن کي هندستان جي وائسراءِ مقرر ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ وڌيڪ فرمايو ته، نئون وائسراءِ مارچ مهيني ۾ چارج وٺندو. مائونٽبيٽن ۲۴ مارچ ۱۹۴۷ع تي ويول کان چارج ورتي هئي. هي صاحب هندستان ۾ برطانيه سرڪار جو چوٽيهون ۽ آخري وائسراءِ هو. اتفاق سان ان وقت هن جي عمر به چوئيتاليهه سال هئي. مائونٽبيٽن مولانا آزاد جي الفاظ ۾ نهايت ئي

هوشيار ۽ زيرڪ شخص هو. سندس زال ليڊي پاميلا (Pamela) مائونٽبيٽن وري ڏاهپ ۾ مڙس کان به اتر پئي گهري. ليڊي مائونٽبيٽن جا دوستاڻا تعلقات جواهر لال نهروءَ سان هئا. نهروءَ جي زال ڪملا بائي ١٩٣٦ع ۾ سئيزر لينڊ جي هڪ اسپتال ۾ گذاري وئي هئي. آزاد لکي ٿو ته "نهرو کي پاڪستان جي اسڪيم قبول ڪرائڻ لاءِ ليڊي پاميلا مائونٽبيٽن جو وڏو هٿ هو. مائونٽبيٽن وري هڪ وڏي هندو آفيسر وي. پي. مينن (Menon) سان گهرو هو ۽ هندستان جي سياسي آزادي بابت هو هر وقت مينن سان مشورو ڪندو هو، جنهن کي مائونٽبيٽن سياستدانن کان وڌيڪ سياستدان تصور ڪندو هو. وائسراءِ مائونٽبيٽن جو پريس اتاشي ڪئمپبيل جانسن (Campbell Jhonson) نالي هڪ انگريز هو. هن صاحب پنهنجي ڊائري هڪ ڪتابي شڪل ۾ ١٩٥٢ع ۾ ڇپرائي آهي. ڪتاب جو نالو آهي "مائونٽبيٽن سان مشن" (Mission With Mountbatten) جنهن جو وري پيش لفظ خود مائونٽبيٽن لکيو آهي. ڪئمپبيل جانسن لکيو آهي ته مائونٽبيٽن، وي. پي. مينن لاءِ چوندو هو ته:

"He (Mountbatten) then paid high tribute to V.P. Menon saying that he had really come to love him and that he had one of the most statesman - like minds he had ever encountered." (P-142, London).

ڪئمپبيل جانسن وڌيڪ لکي ٿو ته، وي. پي. مينن هندو سياستدان ۽ ڪانگريس جي هڪ وڏي ليڊر سردار پٽيل جو خاص ماڻهو هو. لارڊ مائونٽبيٽن محسوس ڪيو ته هندستان جون سياسي حالتون اتي پهتيون آهن جو هينئر ڪئبينيٽ مشن جي سفارش تي عمل ٿي نه سگهندو. هن هندستان جي مستقبل بابت سڀني سياسي ليڊرن کان انٽرويو ورتا. هاڊسن لکي ٿو ته مائونٽبيٽن ڪل هڪ سؤ ايڪٽيهه انٽريو وٺي هڪ پلان ٺاهي لارڊ اسمي (Ismay) جي هٿان لنڊن موڪليو. اهو پلان هن جواهر لال نهروءَ کي ڏيکاريو جنهن ان کي مسترد ڪري ڇڏيو. ان بعد

مائونٽبيٽن پنهنجي پياري وي. پي. مينن ڏانهن رجوع ڪيو. ان ڪانپوءِ ڇا ٿيو، اها مينن جي زباني ٻڌو. هو پنهنجي ڪتاب "هندستان ۾ اقتدار جي منتقلي" (The Transfer of Power in India) ۾ لکي ٿو ته، "ڊسمبر ١٩٤٦ع يا جنوري ١٩٤٧ع ۾ منهنجون ڊگهيون ڳالهيون مشهور ڪانگريسي سياستدان سردار پٽيل سان ٿيون هيون. مون ڪيس ٻڌايو ته، ڪئبينيٽ مشن پلان جي مطابق گڏيل هندستان جي آزادي هڪ فريب مثال آهي ۽ جناح صاحب به پاڪستان کان هٽ ڪٽڻ لاءِ تيار نه آهي ........ منهنجي شخصي راءِ آهي ته ملڪ کي هميشه جي لاءِ خانه جنگي کان بچائڻ لاءِ واحد طريقو هي آهي ته ملڪ کي تقسيم ڪرائجي. جيڪڏهن اسان ان لاءِ تيار رهنداسون ته جناح صاحب آسام، بنگال ۽ پنجاب جي تقسيم لاءِ پڻ رضامند ٿيندو جتي هندو گهٽائيءَ ۾ رهن ٿا. هندستان ۾ اقتدار جي منتقلي ٻن مرڪزن حڪومتن جي حوالي ڪجي ۽ ٻه ڊومينن رياستون قائم ڪجن." (صفحه ٣٥٨)

ملاحظ ڪندا وجو وي. پي. مينن جون سازشون، هو تقسيم جي اندر تقسيم ڪرائڻ پيو چاهي. پنجاب جو مشرقي حصو امر تسر، لڌيانه ۽ جالنڌر وغيره کي هندستان ۾ شامل ڪرڻ جي رٿ، اها سراسر بي انصافي هئي. پاڪستان مسلم اڪثريت جي صوبن ۾ قائم ٿيڻو هو، جنهن صورت ۾ پنجاب ۾ مسلمانن جي اڪثريت هئي ته صوبي کي ٽڪر ٽڪر ڪرڻ جو خيال نه فقط بي انصافي هئي، پر مضحڪ خيز به. اهڙيءَ طرح بنگال ۾ مسلمانن جي اڪثريت هئي، پر ان جي به تقسيم جي سازش ٿي. اولهه بنگال وارا علائقا، ڪلڪتي جي بندرگاهه سميت هندستان کي ملڻ کپن باقي مشرقي بنگال کي، آسام مان سلهٽ جو ضلعو ڪاٽي ان ۾ رفرينڊم ڪرائڻ جي تجويز مينن پيش ڪئي. صوبي سرحد جي علائقي ۾ 80% سيڪڙو مسلم آبادي هئي، ان ۾ به ريفرينڊم جي تجويز مينن پيش ڪئي. وي. پي. مينن جي خيال ۾ اهڙو پڳل ٽنل پاڪستان هلي نه سگهندو. هو لکي ٿو ته منهنجي تجويز پٽيل کي نهايت ئي پسند آئي ۽ چوڻ لڳو ته

”مان پنهنجو اثر هلائي ڪانگريس کي تقسيم جي هن پلان مڃرائڻ لاءِ مجبور ڪرائيندس.“ (صفحو ۳۵۹)

وي. پي. مينن لکي ٿو ته ”پٽيل جي موجودگيءَ ۾ مون پلان جي خاڪي جي ڊڪٽيشن ڏني هئي ۽ ان ڪانپوءِ مون سمورو پلان خاص ماڻهو جي هٿان لنڊن موڪلي سيڪريٽري آف اسٽيٽ کي پهچايو.“ (صفحو ۳۵۹)

"In his presence I dedicated the out line of a plan, which I later sent by special messenger to London to be handedover to the secretary of state." (P-359).

سوال ٿو پيدا ٿئي ته هڪ وڏي سرڪاري ملازم جي حيثيت ۾ وي. پي. مينن کي ڪنهن اجازت ڏني ته، هو ملڪ جي اهم سياسي ليڊر پٽيل سان ڳالهيون ڪري؟ هندستان جي سياسي تاريخ جي پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته، وي. پي. مينن هندو قوم جو وڏو محسن ٿي گذريو. ملڪ جي تقسيم جو پلان هن ئي اول پٽيل جي صلاح مشوري سان تيار ڪيو. پٽيل کي اعتماد ۾ وٺڻ بعد مينن چوي ٿو ته، هن ۸ مئي ۱۹۴۷ع تي وائسراءِ لارڊ مائونٽبيٽن جي موجودگيءَ ۾ جواهر لال نهرو ۽ ڪرشنا مينن سان ملاقات ڪئي. وائسراءِ مونکي حڪم ڪيو ته، اوهان تقسيم جو پلان نهرو وارن کي ڏيکاريو ۽ هنن سان بحث مباحثو ڪيو. مينن فوراً تعميلات ڪئي ۽ پٽيل سان پنهنجي ڪيل گفتگو کي دهرايائين. پلان جا نڪتا مينن جي پنهنجي لفظن ۾ پڙهو:

"The broad out lines were that the Muslims majority area should be separated from India and that the transfer of power should be to two central Government India and Pakistan, on the basis of dominion status, each having its own Governer General." (P-360).

تقسيم جي گهر جناح صاحب ۽ مسلم ليگ ڪئي هئي، پر ان جو پلان هڪ هندو آفيسر ڊرافٽ ڪيو ۽ اول منظوري به ڪانگريس،

پٽيل، نهرو ۽ ڪرشنا مينن ڏني هئي. اهائي عظيم سازش هئي. مٿان وري لارڊ مائونٽبيٽن ويٺو هو. وي. پي. مينن هر وقت سردار ولڀ ڀائي پٽيل کي سياسي حالتن ۽ پين معاملات کان باخبر رکندو رهيو. وائسراءِ جي سيڪريٽريٽ جون مخفي ڳالهيون به مينن سردار پٽيل کي ٻڌائيندو رهيو. وي. پي. مينن پاڻ اعتراف ڪري ٿو ته:

"I was keeping Vallabh Bhai Patel infromed of the development in Simla and he was delighted by the turn of events". (P-365).

مينن لابي جي ذريعي آسام، بنگال ۽ پنجاب جي صوبن جي تقسيم سان مسلم اڪثريت وارن علائقن ۾ پاڪستان ناهڻ جي گهر کي مڃرايو. وائسراءِ ان جي منظوري ڏني ۽ برطانيه سرڪار به ان تي مهر تصديق ڪئي. هن پلان جو نالو ٣ جون ١٩٤٧ جو پلان (3rd June 1947 Plan) آهي، ڇو جو ان ئي تاريخ تي مائونٽبيٽن ڪانگريس، مسلم ليگ جي سٽن ليڊرن کي پاڻ وٽ گهرائي پلان جي منظوري ڪائڻ ورتي. ڪانگريس جي طرفان نهرو، پٽيل ۽ ڪرپلاڻي حاضر رهيا. مسلم ليگ پاران جناح، لياقت علي خان ۽ سردار عبدالرب نشتر آيا ۽ سکن پاران مسٽر بلديو سنگهه موجود هو. سيني گڏجي تقسيم جي پلان کي منظور ڪيو. طئي ٿيو ته پاڪستان جي رياست کي مسلم اڪثريت وارن علائقن ۾ اولهه بنگال (ڪلڪته بندر سميت) آسام (سلهٽ ڪانسواءِ) ۽ اوڀر پنجاب جي سٽن ضلعن ڪانسواءِ باقي ايراضيءَ ۾ ١٤ آگسٽ ١٩٤٧ع کان وجود ۾ آڻيو. ضلعي سلهٽ ۽ سرحد جي صوبي ۾ ريفرينڊم ٿيندو. ضلع گرداسپور (مشرقي پنجاب) لاءِ جسٽس ريڊ ڪلف جي صدارت ۾ هڪ ڪاميٽي مقرر ٿي جا پنهنجو اوارڊ هڪدم پيش ڪندي ته هن ضلعي کي پاڪستان ۾ شامل ڪجي يا هندستان ۾. تقسيم جي پلان ۾ هندستان يا پاڪستان سان الحاق ڪرڻ لاءِ صوبائي اسيمبلين جي راءِ کي ضروري قرار ڏنو ويو هو.

## صوبائي اسيمبلين جي منظوري

بنگال جي صوبائي اسيمبليءَ جو اجلاس ٢٠ جون ١٩٤٧ع تي ٿيو، جتي ٻنهي ملڪن ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ووٽنگ ٿي. ١٢٦ ميمبرن نئين آئين ساز اسيمبلي قائم ڪرڻ لاءِ ووٽ ڏنو ۽ ٩٠ ميمبرن مخالفت ڪئي. ساڳئي وقت اولهه بنگال جي غير مسلم ميمبرن مان ٥٨ ميمبرن بنگال جي صوبي جي تقسيم ڪرڻ لاءِ ووٽ ڏنو ته اولهه بنگال کي هندستان ۾ شامل ڪجي. هن اسڪيم بابت ويهن ڄڻن مخالفت ۾ ووٽ ڏنا. اوڀر بنگال جي مسلم اڪثريت وارن ميمبرن مان ١٠٦ ميمبرن بنگال جي صوبي جي تقسيم جي مخالفت ڪئي ۽ ٣٥ ميمبرن تقسيم جي حمايت ڪئي. ساڳئي انداز ۾ اوڀر بنگال وارن پاڪستان رياست ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ووٽ ڏنو. اهڙيءَ طرح پنجاب اسيمبليءَ کان به ووٽ ورتا ويا. مسلم ميمبرن پنجاب جي تقسيم جي مخالفت ڪئي ۽ پاڪستان جي حمايت ۾ ووٽ ڪيو، جڏهن ته غير مسلم ميمبرن پنجاب جي تقسيم جي حمايت ۾ هندستان رياست سان شامل ٿيڻ لاءِ ووٽ ڪيو. سنڌ اسيمبليءَ جي مسلم ميمبرن جي وڏي اڪثريت پاڪستان رياست ۾ شامل ٿيڻ جو اعلان ڪيو ۽ ان جي حمايت ۾ ووٽ ڏنو.

## صوبو سرحد ۽ سلهٽ ۾ رفرينڊم

جولاءِ ١٩٤٧ع جي پهرين هفتي ۾ ضلع سلهٽ ۾ رفرينڊم ٿيو ۽ آباديءَ جي وڏي اڪثريت پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ جو ووٽ ڏنو. صوبي سرحد ۾ جيئن مٿي عرض ڪيو ويو، 80% سيڪڙو مسلم آبادي هئي اتي ته رفرينڊم جو سوال ئي پيدا نه پيو ٿئي، پر ڇاڪاڻ ته اتي ڪانگريسي وزير اعليٰ ڈاڪٽر خان صاحب (خان عبدالغفار خان جو وڏو ڀاءُ) هو ان ڪري ڪانگريسين وي. پي. مينن جي سازش سان رفرينڊم جي گهر ڪئي ۽ ان ڳالهه کي ٣ جون ١٩٤٧ع جي پلان ۾ ورجايو ويو. سرحد ۾ رفرينڊم ڪرائڻ لاءِ انگريز برگيڊيئر جي. بي.

بوٿ (G.B. Booth) رفرينڊم ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. ووٽرن کان ان بابت راءِ ورتي هئي ته هو پاڪستان ۾ شامل ٿيندا يا هندستان ۾. خان غفار خان وارن رفرينڊم جي نوعيت تي اعتراض ڪيو ۽ گهر ڪئي ته آزاد پختونستان جي نالي ووٽ ورتا وڃن، جا گهر مائونٽبيٽن رد ڪئي.

## افغانستان جي مداخلت

مسٽر وي. پي. مينن پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته، صوبه سرحد جي رفرينڊم ۾ افغانستان مداخلت ڪرڻ پيو چاهي. ڪابل گورنمينٽ خان برادرس جي حمايت ۾ آزاد پختونستان لاءِ ووٽ وٺڻ جي گهر ڪئي جنهن تي ان وقت جي انگريز سيڪريٽري آف اسٽيٽ لارڊ لسٽاول (Listowel) سخت اعتراض ڪيو ته "افغانستان کي صوبه سرحد جي معاملات ۾ مداخلت ڪرڻ جو ڪو حق نه آهي. ڪافي عرصي کان وٺي پٺاڻ پنهنجي رضا خوشي سان صوبي سرحد ۾ رهن ٿا. جيڪڏهن صوبي سرحد کي ٽوڙڻ لاءِ اسان ڪنهن به تحريڪ کي اجازت ڏني ته ان عمل سان هر قسم جون مشڪلاتون پيدا ٿينديون." (ص ۳۸۹)

پاڪستان يا هندستان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ صوبه سرحد ۾ رفرينڊم ٦ جولاءِ کان ١٧ جولاءِ ١٩٤٧ع ۾ ٿيو. ووٽرن جي 98% سيڪڙو پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ووٽ ڏنو. خان برادرس کي تاريخي شڪست آئي. مولانا آزاد مرحوم پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته، ڪانگريس کي غلط فهمي هئي ته ڪو خان برادرس سرحد ۾ مقبول هئا. هنن جو ڪوبه عوامي رابطو ڪونه هو. مولانا ابوالڪلام آزاد خان برادرس جي ڪنجوسيءَ جو نهايت ئي عبرتناڪ ذڪر ڪيو آهي، چئي ٿو: هي صاحب ڪنهن کي چانهه به ڪونه پياريندا آهن، باقي خلق ڏوڙ هنن جي ڪئي لڳندي. هڪ سياستدان لاءِ هڪ حد کان وڌيڪ ڪنجوس ٿيڻ وڏو عيب آهي ۽ اهڙو ماڻهو عوام ۾ ڪڏهن به مقبول ٿي نٿو سگهي.

ضلعي گرداسپور (مشرقي پنجاب) ۾ ريڊ ڪلف پنهنجو ايوارڊ

هندستان جي حق ۾ ڏنو ۽ ان طرح هي ضلعو هندستان ۾ شامل ڪيو ويو. جيڪڏهن گرداسپور ۾ سلهٽ وانگر رفرينڊم ٿئي ها ته يقيناً هي ضلعو به پاڪستان سان شامل ٿي وڃي ها. واه! وي. پي. مينن صاحب تنهنجي چال! سچ پچ ته هزارين سال گذرڻ بعد به هندو قوم تنهنجن احسانن کي نه وساريندي. اهڙيءَ طرح ۱۴ آگسٽ ۱۹۴۷ع تي پاڪستان وجود ۾ آيو. نئين ملڪ جو گورنر جنرل قائد اعظم پاڻ ٿيو ۽ هندستان جو گورنر جنرل لارڊ مائونٽبيٽن. مائونٽبيٽن، قائداعظم کي پاڪستان مملڪت جي چارج ڏيئي ساڳي جهاز ۾ نئين دهلي هليو ويو.

## وي. پي. مينن جو ڪردار

هن مضمون ختم ڪرڻ کان اڳ هندستان جي تاريخي شخصيت مسٽر و. پي. مينن جو مختصر ذڪر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان. اوهان مٿي پڙهي آيا ته مشرقي پنجاب، مغربي بنگال، توڙي گرداسپور هن ئي صاحب جي چالبازين ڪري پاڪستاني علائقي کان ڌار ڪرايا ويا. هو درپرده سردار پٽيل جو خاص ماڻهو هو ۽ پنهنجي سرڪاري نوڪريءَ جي دوران به ان سان رابطو رکندو ايندو هو. منهنجي سوچيل سمجهيل راءِ آهي ته، جيڪڏهن وي. پي. مينن وائسراءِ جو مشير (Adviser) نه هجي ها ته، پاڪستان جي حدن ۾ ايتري ڦير ڦار هرگز نه ٿئي ها. وي. پي. مينن پنهنجي هندو قوم لاءِ ايترو ڪجهه ڪيو، جيترو ڊاڪٽر وائز مئن يهودي رياست جي تشڪيل لاءِ، پر حيرت جي ڳالهه آهي ته مينن نه ڪاليج ۾ پڙهيو ۽ نه يونيورسٽيءَ جي تعليم پرايائين. موزلي (Mosely) "برطانوي راڄ جا آخري ڏينهن" (The last days of British Raj) ۾ بلڪل صحيح راءِ ڏني آهي ته "هندستان جي آزادي جي ڊرامي ۾ وي. پي. مينن جو اهم رول رهيو آهي. ڪن جي چوڻ ۾ ته اصل ڪردار مينن جو ئي آهي. هو نه ڪنهن اسڪول ۾ پڙهيو نه يونيورسٽيءَ جو اسٽوڊنٽ ٿي رهيو ۽ وڌيڪ لطف جي ڳالهه ته هو وڪيل به ڪونه هو." (صفحو ۱۵۶). وي. پي. مينن آءِ. سي. ايس

آفيسر ٻه ڪونه هو. ياد رهي ته مسٽر ڪرشنا مينن جو مسٽر وي. پي. مينن سان ڪو واسطو نه هو. بلڪ ائين جيئن اندرا گانڌي رشته داريءَ ۾ مهاتما گانڌيءَ جي ڪجهه نه ٿئي. مينن ١٨٨٩ع ۾ هڪ غريب گهراڻي ۾ ملبار ۾ ڄائو هو. مينن بمبئي ۾ ڪلارڪي ڪئي، ان وقت هو سڄو پڙهيانگ ٽي وبو ۽ بڪ وچان مري پيو ته هڪڙي انگريز آفيسر هن تي رحم ڪائي کيس هندستان جي هوم ڊپارٽمينٽ ۾ ملازمت وٺي ڏني. ماٺهو ڏاڍو اورچ، ذهين ۽ قابل هو، سو ستت ئي پنهنجي هوشياري ڪري هڪ وڏي عهدي تي پهتو. وي. پي. مينن لارڊ لنلٿگو وائسراءِ لارڊ ويول ۽ لارڊ مائونٽبيٽن جو آئيني مشير ۽ رفارمس ڪمشنر ٿي رهيو هو. پاڻ پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته کيس هندستان ۾ آئيني معاملات جو ٽيهن سالن جو تجربو آهي. تقسيم جو پلان مينن چئن ڪلاڪن ۾ ڊرافٽ ڪيو. موزلي کهڙي نه صحيح راءِ ڏني ته ”مينن تقسيم جي پلان ٺاهڻ ۾ پورا چار ڪلاڪ ورتا ۽ هي اهڙو پلان هو، جو هندستان توڙي سموري دنيا جي شڪل کي تبديل ڪرڻ وارو هو.“

"It had taken one man exectly four hours to draw up the plan which was to change the face of India, and the world". (P-126).

مسٽر وي. پي. مينن ٻن اهم بلڪ تاريخي ڪتابن جو مصنف آهي. اهي ٻئي ڪتاب هن سردار پٽيل جي فرمائش تي لکيا هئا. هڪ ”هندستان ۾ اقتدار جي منتقلي“ (The Transfer of Power in India) جنهن مان هن مضمون جي تياري ۾ راقم الحروف مٿي ڪيترائي حوالا ڏنا آهن. سندس ٻيو ڪتاب هندستان جي پنج سؤ کان مٿي رياستن جي تاريخ آهي. ان ڪتاب جو انگريزي ۾ نالو آهي (The Story of the in-tegeration of Indian states) پوئين ڪتاب ۾ رياست جهونا ڳڙهه جي پارت سان الحاق واري مسئلي ۾ آنجهاني مينن جون اسانجي سنڌي سياستدان مرحوم شاهنواز خان ڀٽي سان نهايت ئي دلچسپ ڳالهيون ٽيون، جو ان وقت رياست جو ديوان هو. مينن اهو سمورو داستان

قلمبند ڪيو آهي. راءِ بهادر وي. پي. مينن ١٩٦٥ع ۾ هندستان جي شهر بنگلور ۾ وفات ڪئي. جيئن مٿي عرض ڪيو ويو. وي. پي. مينن پنهنجا ٻئي ڪتاب سردار ولڀ ڀائي پٽيل جي خواهش تي لکيا هئا. سندس پنهنجا الفاظ آهن ته:

"It was Sardar Vallah Bhai Patel's desire that I should write two books, one narrating the events leading to the transfer of power in India, and th other dealing with the Integeration of the Indian states. The story of the integeration of the Indian states has already been published. With the publication of this book which I call the Transfer of power in India," I shall have fulfilled my promise to our reverend Sardar". (preface, The Transfer of Power in India).

# قائد اعظم جي مختصر سوانح حيات

مونکي ذاتي طور قائد اعظم سان بي حد عقيدتمندي آهي. هو مسلمانن ۾ خاص طور اسان سنڌين جو وڏو محسن آهي. جيڪڏهن پاڪستان نہ ٺهي ها تہ سنڌ هڪ ٻي روڊيشيا بڻجي وڃي ها، جنهن ۾ هندو اقليت جي مسلم اڪثريت تي حڪومت هجي ها. اسان جي وڏي عمر جي ماڻهن کي تہ هندن وارو دور چڱيءَ طرح ياد آهي، پر مون ٽي ٻہ کي واقعا ڪڏهن نہ وسرندا آهن ڇو جو پاڪستان ٺهڻ وقت آءٌ اٺن سالن جو هوس ۽ ان وقت سنڌي ٽين درجي ۾ پڙهندو هوس. منهنجو هڪ هندو دوست استاد ديوان پمنداس لاهوري محلي جو وينل هو. مان هڪ ڀيري سندس گهر ويس. اونهاري جي موسم ۾ سخت اڃ لڳم، سو استاد صاحب جي گهرواريءَ کان پاڻيءَ جو گلاس پيئڻ لاءِ گهريم. مائي صاحبہ مون ننڍڙي تي ترس کائي پاڻيءَ جو گلاس ڏنو. ايتري وقت ۾ استاد صاحب بہ گهر پهچي ويو. جنهن گلاس کي منهنجي وات تي ڏسي هڪدم کسي پاڻي هاري پنهنجي گهر ڌياڻيءَ کي چوڻ لڳو تہ، "ڏيجان مشلمانن کي ٻڪ ۾ پاڻي پيياربو آهي." هڪ غيور بلوچ جي حيثيت ۾ مون ٻڪ ۾ پاڻي ڪونہ پيتو. مون کي هي واقعو ڪڏهن بہ نہ وسرندو آهي. مون وانگر اهڙي روش هندو قوم جي سيني سنڌي مسلمانن سان هئي. هو صنعت و تجارت؛ ملازمت توڙي ٻين شعبن تي حاوي هئا. ينگين کي بہ عزت جي نگاهہ سان ڏسندا هئا، پر مسلمانن کي ذليل تصور ڪندا هئا. اسان مسلمان احترام جي جذبي جي ڪري اولهہ طرف ڪعبة الله شريف ڏانهن پير ڪري ڪونہ سمهندا آهيون، پر سنڌ جا هندو اڪثر اولهہ ڏانهن پير ڪري سمهندا هئا. غير مسلم هجڻ جي ڪري ڪين ميار تہ ڪانہ هئي، پر هو اسان جي دل آزاري وري

ائين ڪندا هئا. اڄ بہ سيني آفيسن ۾ گهڻو ڪري وڏن آفيسرن جي لسٽ لڳل آهي. اوهان ڏسندا تہ پاڪستان کان اڳ گهڻو ڪري سڀ وڏا آفيسر انگريز، پارسي ۽ هندو هئا. اسان اڪثريت ۾ هوندي بہ هنن جا غلام هوندا هئاسون. سنڌي اهوجهن کي قرض ڏيندا هئا تہ وڏي نرخ يا وياج سان. سول ڪورٽن ۾ اٺانوي سيڪڙو ڪيس مسلمانن جي خلاف داخل ڪيا ويندا هئا، جن ۾ مدعي سنڌ جا هندو ۽ مدعا عليہ سنڌي مسلمان. تعليم جي تناسب جو اهو حال هو تہ تقسيم جي سال ١٩٤٧ع اسان جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ ڪل پندرهن سؤ شاگرد هوندا هئا، پر انهن مان ڪل ويهہ سنڌي مسلمان هئا، سي بہ ڪامورن جا ٻار. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سڄو اسڪول خالي ٿي ويو. مجبوراً مدرسہ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي کي گورنمينٽ هاءِ اسڪول سان ملايو ويو. هندو استادن جي لڏپلاڻ ڪري سنڌي استاد ڪونہ پيا ملن. شمس العلماءِ ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب اڪيڻ ۾ پاڻي آڻي اسان کي چوڻ لڳو تہ "انگريزي پڙهائڻ لاءِ اسانکي سنڌي استاد بہ ڪونہ ٿا ملن."

اڄ هندستان جو سنڌي هندو اديب موهن ڪلپنا "آفتاب انقلاب" نالي هڪ ڪتاب لکي ان ۾ هام ٿو هڻي تہ تقسيم جي وقت هن امير خان رند ۽ ٻين سان گڏجي آزاد سنڌ لاءِ هڪ جٿو ٺاهيو هو، پر هن کي پنهنجن هندو ڀائرن تي نظر ڪرڻ ڪپندي هئي، جن پنهنجي متعصبانہ روش تي دائمي طور هلي تقسيم کي ناگزير بنايو. اڄ هندو اديب سنڌ کي ياد ڪري شيخ اياز صاحب جي هن شعر کي اڪثر دهرائيندا آهن تہ:

"ڏيهي ٿيا پرڏيهي، پرڏيهي ٿيا ڏيهي
اڇي ويا اوپرا، نڪري ويا نيهي،
پراوا پيهي والاري ويا سنڌڙي."

پر حقيقت هن طرح آهي تہ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ هنن پاڻ سنڌ کي والاري اسان سان ايترو تہ غير انساني سلوڪ ڏيکاريو جو پاڻ کي پراوا ثابت ڪيائون. هفتي جي ڏينهن مان ٽن عربي نالن اربع، خميس ۽

جمع جو اچار بہ نہ ڪندا هئا. انهن ڏينهن جي نالن کي ٻڌر، وسپت شڪروار وغيره جي نالي سان سڏيندا ۽ لکندا هئا.

قائد اعظم پاڪستان ٺاهي اسانکي هندن جي ظلم، بربريت ۽ استحصال کان نجات ڏياري. اڄ اسين پنهنجن پيرن تي بيٺا آهيون. پاڪستان جي صوبن کان پنجاب کي ڇڏي ٻئي نمبر تي ترقي يافتہ صوبو سنڌ جو آهي. ڪشميرين، پختونن ۽ بلوچن جي مقابلي ۾ سنڌي وڌيڪ خوشحال ۽ تعليم يافتہ آهن. اسان جا ڊاڪٽر، انجنيئر توڙي وڪيل مٿين ٽنهي صوبن جي ڊاڪٽرن، انجنيئرن ۽ وڪيلن کان قابليت جي لحاظ کان گهٽ سرس آهن. اهو الله تعاليٰ جو فضل اسان سنڌين تي قائد اعظم جي اڻ ٿڪ ڪوشش جو نتيجو آهي. هو اسان جو محسن آهي. سچ پچو تہ حضرت شاه ڀٽائي رحمة الله جو هي شعر منهنجي جذبات جي صحيح ترجماني ڪري ٿو:

"تورا منجهہ ٿرن مون سين ماروءَ جي ڪيا،
عمر! ان ڳٿن آءُ ڪيئن لوئي لاهيان."

اهوئي سبب آهي جو حضرت قائد اعظم جي سوانح حيات بابت هي سٿون لکي رهيو آهيان. اها مون لاءِ سعادت آهي. حضرت امام شافعي جو هڪ عربي شعر ٿو ياد اچي.

"عد ذکر نعمان لنا، فانه مسکا ماکررته يتوضع."

## قائد جي سوانح بابت ڪتاب

قائد اعظم جهڙا ايماندار، قابل ۽ مدبر ليڊر ڪنهن قوم ۾ بار بار پيدا ڪونہ ٿيندا آهن. ان بابت علامہ اقبال (رحہ) جو هڪ قيمتي شعر ٿو ياد اچي. فرمائي ٿو تہ:

"هزارون سال نرگس اپني بي نوري پہ روتي هي،
بڑي مشکل سي هوتا هي چمن مين ديدهہ ور پيدا."

سو جناح صاحب بہ شخصيت جي لحاظ کان ڇمندي چام هو. مشهور انگريز شاعر شيڪسپيئر عظمت جي موضوع بابت هڪ هنڌ

چيو آهي تہ ”ڪي شخص پيدائشي طور عظيم ۽ جمندي ڄام ٿين ٿا، ڪي عظمت حاصل ڪري وٺندا آهن ۽ وري ڪن جي مٿان عظمت مڙهي ويندي آهي.“

قائد اعظم بہ پيدائشي طور عظيم هو، ۽ قائد ڇارن ئي ديوپيڪر انسانن لاءِ ٻئي هنڌ شيڪسپيئر چوي ٿو تہ ”هو هن تنگ ۽ محدود دنيا تي ديو وانگر سوار ۽ چڙهيل آهي. اسين ننڍڙا انسان هن جي وڏن ڄنگهن هيٺ ائين گهمون ڦرون ٿا جو ڄڻڪ اسين بي وقار قبرن مثل آهيون.“

افسوس جو اهڙي ديوقامت انسان جي حياتيءَ بابت اڃا ڪابہ مفصل ۽ مستند سوانحِ ـ حيات ڪانہ لکي وئي آهي. وڏن ماڻهن جي سوانح جو بهترين ذريعو ڦن جون پنهنجيون لکيل آتم ڪهاڻيون هونديون آهن. مهاتما گانڌي پنهنجي آتم ڪهاڻي گجراتي ٻولي ۾ لکي هئي. سندس پرائيويٽ سيڪريٽري مهاديو ڊيسائي وري ان جو انگريزي ترجمو (The Story of my experiments with Truth) نالي سان ڪري ڪتابي شڪل ۾ ڇپرايو. جواهر لال نهرو پنهنجي آتم ڪهاڻي انگريزي ٻوليءَ ۾ لکي، ڇو جو هو هن زبان جو وڏو اديب هو. ان جي برعڪس قائد پنهنجي ڪابہ آتم ڪهاڻي ڪانہ لکي آهي، جنهن ڪري سندس زندگيءَ جي ڪيترن ئي گوشن جي ڪا خبر ڪانہ ٿي پئي. وڏين شخصيتن جي سوانح حيات بابت ٻيو ذريعو سندن گهر جا ڀار ٿي سگهن ٿا. روسي انقلاب جي باني لينن جي حياتيءَ بابت احوال سندس گهرواري ڪرپسڪايا (Krupskaya) هڪ ڪتاب ”لينن جون يادداشتون“ (Reminisences of Lenin) نالي لکيو آهي. قائد اعظم جي همشيره محترمہ فاطمہ جناح سڄي عمر پنهنجي ڀاءُ سان رهي هئي ۽ آزادي جي تحريڪ ۾ هن سان ڀانهن ٻيلي ٿي. خود قائد بہ هن جي سياسي رول جي تعريف ڪئي هئي، پر افسوس جو مرحومہ بہ پنهنجي عظيم ڀاءُ جي حياتيءَ بابت ڪجهہ نہ لکيو. تقسيم کان اڳ محمد علي جناح جي سوانح حيات بابت ٿي ڪتاب انگريزي ٻوليءَ ۾ لکيا ويا. انهن مان پهريون ڪتاب مطلوب الحسن سيد جو ”جناح هڪ سياسي

مطالعہ" (Mohammad Ali Jinnah, A Political Study) آهي جو
پهريون ڇاپو ١٩٤٥ع ۾ شايع ٿيو. مصنف ڇهن سالن تائين ١٩٤٠ع
کان ١٩٤٤ع تائين جناح صاحب جو پرائيويٽ سيڪريٽري ٿي رهيو. ان
لحاظ کان هي ڪتاب پڻ جي ڇيٽ ۾ وڏيڪ معتبر تصور ڪيو ويندو ۽
ان جي ٻولي بہ شائستہ ۽ پياري آهي. هن ڪتاب جي پهرين ايڊيشن جو
پيش لفظ خود قائد اعظم جي هڪ پراڻي ساٿي خواجہ ناظم الدين
مرحوم لکيو آهي. ڪو شڪ نہ آهي تہ ڪتاب ۾ مصنف چڱي جاکوڙ
ڪئي آهي ۽ پڙهڻ سان سرور حاصل ٿئي ٿو. قائد جي سوانح حيات
تي ٻيو ڪتاب هن جي هڪ مدراسي شيدائي مسٽر عبدالرئوف لکيو
جو (Meet Mr. Jinnah) جي نالي پهريون ڇاپو ١٩٤٤ع ۾ شايع ٿيو.
قائد سان مصنف جي محبت جنون جي حد تائين ڏسڻ ۾ ٿي اچي.

مسٽر مطلوب الحسن سيد جي ڪتاب جي ڇيٽ ۾ مسٽر اي.
رئوف جي ڪتاب ۾ جناح صاحب جي حياتيءَ بابت تمام گهڻ احوال
ڏنل آهي. قائد اعظم جي سوانح بابت ٽيون ڪتاب "منهنجو ليڊر"
(My Leader) نالي مسٽر زيڊ. اي. سليري جو لکيل آهي جو انگريزي
روزنامہ "پاڪستان ٽائيمس" جو ايڊيٽر آهي. سليري صاحب جي تحرير
جي وڏي خامي اها آهي جو ان ۾ ورجاءُ هوندو آهي ۽ ساڳي ڳالهہ ڪي
ڀيهر ورجائيندو آهي. ان ڪري هن جون انگريزي توڙي اردو لکڻيون بور
ڪنديون آهن. مواد جي لحاظ کان بہ سندس ڪتاب ۾ ڪو مواد نہ آهي.

## پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ جي سوانح عمريون

پاڪستان جي قيام بعد حڪومت پاڪستان هڪ انگريزي مصنف
مسٽر هيڪٽر بوليٿو (Boletho) کي ضروري مواد ڏيئي کيس قائد جي
سوانح عمري لکڻ جو ڪم سونپيو هو. مسٽر بوليٿو پنهنجو ڪتاب
"پاڪستان جو خالق جناح" (Jinnah the Creator of Pakistan)
١٩٥٦ع ۾ لندن ۾ شايع ڪرايو.

هن صاحب جو شمار قائد اعظم جي سرڪاري سوانح نگارن مان

آهي، پر ڪتاب جي مطالعي مان هڪ قاري کي سخت مايوسي ٿئي ٿي. هڪ ته ان جي ٻولي اڻ وڻندڙ آهي. ٻيو ته منجهس ڪافي باب غير مربوط آهن. ان ڪانسواءِ ڪيترن ئي سياسي واقعات جي اپٽار ٿيل ڪانه آهي. خود قائد جي ويجهن ساٿين به هن ڪتاب کي پسند نه ڪيو آهي. جيئن پاڪستان سرڪار مسٽر بوليٿو کان جناح صاحب جي سوانح حيات لکرائي، تيئن هندستان حڪومت ڪئناڊا جي مئڪگل يونيورسٽيءَ جي پروفيسر مائڪل بريچر (Breacher) کان جواهر لال نهرو جي سرڪاري سوانح حيات لکرائي. سندس ڪتاب جو نالو آهي "نهرو هڪ سياسي سوانح حيات" (Nehru, A Political Biography) جو ۱۹۵۹ع ۾ پڌرو ٿيو. بريچر جو ڪتاب ايڏو ته دلچسپ، معلوماتي ۽ فڪر انگيز آهي جو پڙهندڙ ائين چاهيندو ته هڪڙي ئي نشت ۾ ڪتاب پڙهي ختم ڪجي. قائد اعظم جي سرڪاري سوانح حيات لکڻ لاءِ به بريچر جهڙي قابل دماغ جو انتخاب ڪجي ها.

قائد اعظم جي هڪ دوست مسٽر حسن اصفهاني ۱۹۶۴ع ۾ مرحوم جي سوانح عمري لکي آهي. سندس ڪتاب جو نالو "قائد اعظم جيئن ڏٺو آهي مون" (Quaid as I saw him). مسٽر اصفهانيءَ هڪ چڱي ڪوشش ڪئي آهي جنهن لاءِ جس لهڻي. ڪتاب معلوماتي به آهي. هن ڪتاب ۾ بنگالي ليڊر مرحوم مولانا عبدالحميد خان ڀاشاني بابت قائد اعظم جو رمارڪ پڙهي اندازو ٿو ٿئي ته قائد ڪيڏو نه مردم شناس انسان هو. باقي قائد اعظم بابت مسٽر جي الانا جو لکيل ڪتاب مونکي پسند نه آيو. انهن انگريزي ڪتابن ڪانسواءِ اردو ۾ به رئيس احمد جعفري ۽ ٻين ڪتاب لکيا آهن، پر سندن مقصد رڳو ڏوڪڙ ڪمائڻ ڏسڻ ۾ ٿو اچي.

جيتوڻيڪ قائد اعظم سنڌ ۾ ڄائو هو، پر افسوس جو سنڌي زبان ۾ مرحوم جي هڪڙي سوانح حيات به لکيل ڪانه آهي. فقط ماهوار "نئين زندگي" سال بسال هن جي ياد ۾ نمبر ڪڍي ٿي. هن سال مون کي به اداري وارن قائد بابت ڪجهه لکڻ جو موقعو ڏنو، جنهن لاءِ مان

سندن ٿورائتو آهيان. نهايت ني ڏک جهڙي ڳالهه آهي جو اسان جي سرڪاري ادارن ۾ روسي اديب گورڪي جي آتم ڪهاڻي تہ شايع ٿئي ٿي پر قائد اعظم ڪين ياد بہ نہ آهي.

## قائد اعظم جي ولادت

هيئنر مان ان عظيم شخصيت جي ولادت جو ذڪر ڪندس جنهن کي هندستان جي ڪروڙن مسلمانن پنهنجي دلين ۾ جڳهہ ڏيئي ڪيس "قائد اعظم" جو لقب ڏنو هو. مشهور عرب شاعر متنبي جي ديوان ۾ هڪ شعر نظر مان گذريو. هن پنهنجي ممدوح جي تعريف ۾ چيو هو تہ:

"ان كـان قـد ملك الـقلوب،
فانه ملک الزمان بارضه والمسائه"

يعني تہ "جيڪڏهن هو (دنيا وارن) دلين جو مالڪ بڻيو (تہ ان ۾ ڪهڙو تعجب) ڇاڪاڻ تہ هو زماني جو، ان جي زمين ۽ آسمان جو مالڪ ٿي ويو." متنبي جو هي هڪ هزار سال اڳ چيل شعر قائد اعظم تي ٺهڪي ڦهڪي اچي ٿو. تذڪره نويسن جو چوڻ آهي تہ جنوب مشرقي ايشيا جو هي مقتدر سياستدان آچر ڏينهن ٢٥ ڊسمبر ١٨٧٦ع ۾ ڪراچي جي هڪ وڏي واپاريءَ جي گهر ڄائو هو. ٢٥ ڊسمبر تي هر سال سندس ڄمڻ جي تاريخ ملهائي ٿي وڃي.

مطلوب الحسن سيد لکيو آهي تہ هن ذاتي طور وڃي "لنڪن ان" جو رڪارڊ چڪاسيو جتان قائد اعظم ١٨٩٣ع ۾ بئريسٽري جو امتحان پاس ڪيو هو. داخلا جي رجسٽر ۾ ڄاڻايل آهي تہ محمد علي جناح پيائي ١٩ سالن جي عمر جو آهي. ان حساب سان مرحوم ١٨٧٤ع ۾ ڄائو هو، جيتوڻيڪ تاريخ ولادت جي ڄاڻايل نہ آهي. هو وڌيڪ لکي ٿو تہ ڪراچي جي چرچ مشن هاءِ اسڪول ۽ سنڌ مدرسة الاسلام جتي جناح صاحب پنهنجي ابتدائي تعليم پرائي هئي، جي رڪارڊ مان ثابت ٿيو تہ هو تاريخ ٢٠ آڪٽوبر ١٨٧٥ع ۾ ڄائو هو، ۽ انهيءَ رڪارڊ مان شاهدي ملي ٿي تہ چوڏهن سالن جي عمر ۾ جناح

صاحب راج ڪوٽ ڏانهن شادي ڪرڻ جي مقصد سان هليو ويو. اسان نندي هوندي سنڌي ڪتابن ۾ پڙهندا هئاسون ته قائد اعظم جهرڪن ۾ ڄائو هو. جا ڳالهه غلط آهي. خود قائد پاڻ مسلم ليگ جي هڪ ليڊر مسٽر رضوان احمد وڪيل کي ٻڌايو ته "ڪراچي منهنجي جاءِ پيدائش آهي." هن بحث ۾ وڏيڪ الجهڻ اجايو آهي ڇاڪاڻ ته جهرڪ به سنڌ ۾ ۽ ڪراچي به سنڌ جو حصو آهن. حضرت ڀٽائي (رحه) جي زماني ۾ منهوڙي ڪان پريان ڏاڍي وير اٿندي هئي جنهن کي "ڪلاچي جو ڪن" ڪري سڏيندا هئا. ڪراچي جو نالو به شايد ڪلاچيءَ مان ورتل سمجهيو وڃي ٿو. ڪلاچي جو ذڪر رسالي ۾ هن طرح آهي ته:

"ڪالهه ڪلاچي ويا ڇتيون ٿٽي ڇڳير"

شاهه پنهنجي رسالي ۾ هڪ ٻئي شهر "پربندر" جو ذڪر هن نموني ڪيو آهي ته:

"سيد سات سندوءِ پربندر پهچائيين"

(سر سريراڳ)

هن "پور بندر" شهر ۾ هندستان جو عظيم ليڊر مهاتما گاندي ڄائو هو. (ملاحظه ٿئي گانڌي جي آتم ڪهاڻي انگريزي ترجمو از مهاديو ڏيسائي صفحه ٥) ثابت ٿيو ته هند - پاڪ جي ٻن وڏن ليڊرن گانڌي ۽ جناح جي ڄمڻ وارن شهرن جو ذڪر به شاهه جي رسالي ۾ ملي ٿو. قائد اعظم خوجا فئملي ۾ ڄائو هو. سندس والد جو نالو پونجا هو جو هڪ پرائيويٽ فرم ۾ حصيدار رهيو. اها فرم ان وقت ڪلن ۽ چمڙن کي گڏ ڪري ٻاهر موڪليندي هئي. مذڪوره فرم قائد اعظم جي هڪ چاچي ولجي پونجا جي نالي سان مشهور هئي. هي ٻئي ڀائر ڪيترا سال اڳ ڪاٺياواڙ جي راجڪوٽ شهر مان لڏي اچي ڪراچي آباد ٿيا هئا. قائد اعظم جو پيءُ قد جو ڊگهو ۽ ٻت ۾ سنهو هوندو هو. گجراتي ٻوليءَ ۾ جناح جو لفظ تقريباً سنهي لاءِ استعمال ٿيندو آهي. خوجن جي مشهور روايت مطابق اهوئي سبب آهي جو محمد علي جي ذات "جناح" سڏجڻ ۾ اچي ٿي.

# قائد اعظم اسماعيلي خوجہ نہ هو

جيتوڻيڪ جناح صاحب جي ذات فرقہ پرستيءَ کان بالاتر هئي، پر هڪ دفعو رڪارڊ تي اها ڳالهہ آئي تہ هو آغا خاني خوجہ ڪونہ هو پر ٻارهن امامين سان هن جو تعلق هو. اسماعيلي ۽ اثنا عشري ڇهين امام حضرت جعفر صادق تائين پاڻ ۾ متفق آهن. پهريون امام حضرت علي، ٻيو حضرت حسن، ٽيون حضرت حسين، چوٿون زين العابدين (پٽ حضرت حسين) پنجون باقر بن زين العابدين ۽ ڇهون امام حضرت جعفر صادق بن باقر رحمهم الله تعاليٰ عليهم اجمعين. اتان وري شيعن ۾ ٻہ فرقا وجود ۾ آيا. هڪڙن جي دعويٰ هئي تہ حضرت صادق کانپوءِ سندس وڏو پٽ اسماعيل امام آهي. جيتوڻيڪ حضرت اسماعيل جي وفات حضرت امام جعفر صادق جي حياتيءَ ۾ ٿي هئي، پر ان کانپوءِ سندس پٽ امام محمد المڪتوم ۽ ان کانپوءِ سندس اولاد ۾ امامت اڄ تائين منتقل ٿيندي ٿي اچي. هن گروه کي اسماعيلي شيعہ ڪوٺجي ٿو. ٻيا وري ٻارهن امامي ڪوٺجن ٿا. انهن جو چوڻ آهي تہ حضرت امام جعفر صادق جو ننڍو پٽ حضرت موسيٰ ڪاظم پنهنجي وڏي ڀاءُ امام اسماعيل جي وفات کانپوءِ امام مقرر ٿيو. اٺون امام علي رضا (بن موسيٰ ڪاظم" نائون امام محمد تقي (بن علي رضا)، ڏهون امام ان جو پٽ علي الهادي، يارهون امام ان جو پٽ محمد الحسن عسڪري ۽ ٻارهون امام مهدي المنتظر.

اسماعيلين ۽ اثنا عشري شيعن جي تاريخ ۽ عقائد بابت ملاحظہ ٿئي مقدمہ ابن خلدون باب "مذاهب الشيعته في حڪم الامامته" صفحو ١٩٦، نيز پروفيسر برائون صاحب جو انگريزي ڪتاب "تاريخ ادبيات ايران" جلد ٻيو.

اسان جي قائد اعظم جا وڏا بہ اثنا عشري هئا. ان جي وڏي ثابتي قائد جي هڪ پراڻي ساٿي ۽ سوانح نگار مسٽر ايم ايڇ اصفهانيءَ جي ان بيان مان ظاهر ٿئي ٿي جو ١٩٦٩ع ۾ موصوف ڪراچي هاءِ ڪورٽ

جي جسٽس عبدالقادر شيخ آڏو ڏنو هو. ١٩٦٧ع ۾ محترمہ فاطمہ جناح جي انتقال بعد ملڪيت جي وراثت بابت سندس عزيزن ۾ نزاع پيدا ٿيو. معاملو ڪورٽ تائين پهتو. ڪورٽ سڳوريءَ ۾ شاهدي رڪارڊ ڪرائيندي مسٽر اصفهاني ٻڌايو تہ، "قائد اعظم جا وڏا اثنا عشري هئا، ان ڪري ملڪيت جي تقسيم بہ فقہ جعفريہ مطابق ڪئي وڃي."

## قائد جا وڏا خوجا ڪيئن ٿيا؟

قائد جا وڏا ڪيئن خوجا بڻيا؟ اهو سوال دلچسپ آهي. خود جناح صاحب ان جي وضاحت ڪئي آهي. پروفيسر مسعود الحسن صاحب پنهنجي هڪ معلوماتي ڪتابچي "Anecdotes of Quaid - e - Azam" ۾ لکي ٿو تہ "هڪڙي ڀيري قائد اعظم هندستان جي ميرٺ ضلعي ۾ باغپت جي نواب وٽ مهمان ٿيو هو. هڪڙي ڏينهن نواب صاحب جناح صاحب کان پڇيو تہ توهان تہ واپاري خوجہ نسل سان تعلق رکو ٿا. توکي وڙهڻ جي وراثت ڪٿان ملي؟ ان تي قائد اعظم مشڪي چيو تہ نواب صاحب، مان پنجابي مسلمان راجپوت نسل سان تعلق رکان ٿو جو منهنجي خاندان جو هڪ فرد ساهيوال پنجاب مان لڏي وڃي ڪاٺياواڙ ۾ رهيو. جتي هن هڪ خوجہ ڇوڪري سان شادي ڪئي هئي ۽ تنهن کانپوءِ هو خوجو بڻيو." (صفحہ ٤٣).

## پرائمري تعليم

ننڍڙو جناح پنهنجي پيءُ ماءُ کان تعليم پرائڻ لاءِ سٽت ئي جدا ٿيو ۽ کيس بمبئي جي گوڪلداس تيجپل اسڪول ۾ داخلا ملي هئي. قائد اعظم جي محنت ۽ خود اعتمادي جو سبب اهو بہ ٿي سگهي ٿو جو هو ننڍڙي هوندي پنهنجن مٽن مائٽن کان جدا ٿي ويو هو. سندس ڇوڪراڻي زندگيءَ بابت تمام گهٽ معلومات ملي ٿي، سواءِ ان جي تہ هو محجوب ۽ مائيٽي طبيعت جو مالڪ هو ۽ پاڻ کي پڙهڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هئائين. ٿوري وقت گذرڻ کانپوءِ کيس وري پنهنجي ماگ ڪراچيءَ ۾

آندو ويو جتي هن کي ٻهراڻين سنڌ مدرسہ هاءِ اسڪول ۾ داخلا ملي ۽ بعد ۾ هن چرچ مشن هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ جو امتحان بمبئي يونيورسٽي مان پاس ڪيو. قائد اعظم اجان اسڪول ۾ ئي هو تہ سندس والد پونجا جناح جي هڪ انگريزي دوست سر فريڊرڪ ڪرافٽ، محمد علي جناح جي صلاحيتن کي محسوس ڪيو. هن ڏٺو تہ سندس دوست جو پٽ نهايت ئي زيرڪ، هوشيار ۽ اعليٰ صلاحيتن جو مالڪ آهي. چنانچہ مزاج شناس مسٽر فريڊرڪ ڪرافٽ پنهنجي واپاري دوست پونجا صاحب کي صلاح ڏني تہ جناح صاحب کي بئريسٽري امتحان پاس ڪرڻ لاءِ انگلينڊ موڪليو وڃي. جناح صاحب جي والد پنهنجي دوست جي مشوري تي عمل ڪري کيس ١٨٩٢ع ۾ انگلينڊ موڪليو جتي کيس ”لنڪنز ان“ ۾ بئريسٽري پاس ڪرڻ لاءِ داخلا ملي. مرحوم قائد اعظم چار سال لنڊن ۾ رهيو.

## قائد اعظم جو انگلينڊ ۾ قيام ۽ هن جي سياسي حالت

جنهن وقت مرحوم قائد انگلينڊ روانو ٿيو، ان وقت هندستان هڪ نئين آئيني ترقي جي دور ۾ داخل ٿيو. ١٨٩٢ع ۾ گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ پاس ٿيو جنهن مطابق پوري ملڪ ۾ صوبائي يونين ڪائونسلون انتخاب ذريعي وجود ۾ آيون هيون. انگلينڊ جي رهواسين کي خود هندستان لاءِ همدردي جو جذبو پيدا ٿيو هو، جنهن لاءِ لنڊن ۾ هڪ ناهيل تنظيم ”انڊيا سوسائٽي“ وڏو ڪم ڪيو. هن سوسائٽي جو باني ۽ صدر دادا ڀائي نورو جي ڪين هندستاني سياست ۾ حصي وٺڻ لاءِ تلقين ڪندو هو. انهيءَ سياسي ماحول ۽ هلچل دوران اسان جو جناح صاحب انگلينڊ ۾ وارد ٿيو.

## شيڪسپيئر ڊرامائي ڪلب جي داخلا

پنهنجي لنڊن جي قيام دوران قائد اعظم مشهور انگريز شاعر ۽ ڊراما نويس شيڪسپيئر جي مطالعي ڪرڻ ۾ ڪافي دلچسپي رکندو

هو ۽ ان جي نالي تي ٿاهيل ڊراماٽي ڪلب جو ميمبر بڻيو. اهوئي سبب آهي تہ هن جي سموري سياسي زندگيءَ ۾ شيڪسپيئر ڪي وڏي اهميت هوندي هئي. چئن سالن گذرڻ بعد جناح صاحب ١٨٩٦ع ۾ بئريسٽري جو امتحان پاس ڪري واپس هندستان آيو ۽ بمبئي ۾ پرئڪٽس شروع ڪري ڏنائين. پر بدقسمتيءَ سان هن ڪي ڪيس ڪونہ ملندا هئا. ڇو جو وڪيل لاءِ تعارف جي ضرورت هوندي آهي. آخرڪار ١٩٠٠ع ۾ بمبئي ۾ هڪ مئجسٽريٽ جي جاءِ خالي ٿي جا ڪيس عارضي طور ملي.

# جناح ۽ سندس لقب قائد اعظم

باني ۽ پاڪستان مسٽر محمد علي جناح جو شمار اهڙن تاريخ ساز هستين ۾ ٿئي ٿو، جن ڪروڙين انسانن جي دلين تي پنهنجا گهرا نقش ڇڏيا آهن ۽ قيامت تائين انهن جو تذڪرو جاري رهندو. جناح صاحب مرحوم جي حياتيءَ بابت مخالفن توڙي موافقن جا ڪيئي ڪتاب پڙهي مون کي سندس عظمت بابت مشهور انگريز شاعر شيڪسپيئر جو هڪ قول سدائين ياد ايندو آهي. شيڪسپيئر کي مُئي چار سؤ سال ٿيا آهن، پر ائين ٿو معلوم ٿئي ته سندس هي املهه قول فقط جناح صاحب جهڙين شخصيتن سان لاڳو آهي. شيڪسپيئر چوي ٿو ته:

"In my stars I am above thee, but be not afraid of greatness; some are born great, some achieve greatness, and some have greatness thrust upon them".

اسان جو قائد به ڄاڃندي ڄام ۽ پيدائشي طور تي عظيم هو. ههڙي عظيم المرتبت سياستدان کي محض کلن جي واپاري جو پٽ ڪوٺڻ ۽ نفرت ڪرڻ تاريخ سان سخت زيادتي ۽ بي انصافي ٿيندي. اسان جي وڏي خوش قسمتي چئجي جو انهيءَ پاڪ جا به وڏا چوٽي جا سياستدان يعني قائد اعظم ۽ مرحوم هز هائينس سر آغا خان سنڌ جي شهر ڪراچيءَ ۾ ڄاوا هئا. ان ڪري سنڌي ليڊرن جي حيثيت سان معروف هئا.

قائد اعظم سان شديد نظرياتي اختلاف ڪرڻ وارن به هن جي عظمت کي سلام ڪيو آهي. جناح صاحب جي وفات جي خبر ٻڌي سندس ڪٽر مخالف ۽ هندو قوم جي هڪ وڏي ليڊر مسٽر سرت چندر بوس پنهنجي تعزيتي پيغام ۾ چيو ته:

"He was great as a lawyer, once great as Congressman, great as a leader of Muslims, as world politician and greatest of all as a man of action. By Mr. Jinnah's passing away the world has lost one of the greatest statesman. (Quaid - e - Azam, Jinnah by Shariful - Mujahid P-314).

مسٽر ايچ وي هاڊسن (Hodson) اڳوڻو وائسراءِ هند لارڊ لنلٿگو جو ڪيترا سال دستوري مشير ٿي رهيو هو. هو برطانوي سرڪار جي اندروني معاملات جو رازدان ۽ هندستان جي سيني ليڊرن جي مزاج مان چڱيءَ طرح واقف هوندو هو. هندستان جي تقسيم ۽ پاڪستان جي وجود بابت هن ١٩٦٩ع ۾ هڪ دستاويزي ۽ معلومات تاريخي ڪتاب (The Great Divide) نالي لکيو. هن ڪتاب ۾ مصنف مرحوم جناح صاحب جي شخصيت بابت پنهنجي راءِ ڏيندي لکي ٿو ته:

"Of all the personalities in the last act of the great drama of India's rebirth to independence, Muhammad Ali Jinnah is at once the most enigmatic and the most important". (P-37, oxford press Karachi, 1969 ED).

مسٽر هاڊسن اڳتي هلي لکي ٿو ته جناح صاحب جا مخالف به اعتراف ٿا ڪن ته، هو نه ڪرپٽ آهي ۽ نه مفاد پرست. هن کي ڪنهن به قيمت تي ڪوبه خريد ڪري نه ٿو سگهي.

"Not even his political enemies ever accused Mr. Jinnah of corruption or self seeking. He could be bought by no one, and for no price". (P-39).

اڄوڪي دور ۾ ان قسم جي ڪئريڪٽر وارا سياستدان ڪٿي مشڪل سان ملندا. مشهور انگريز مصنف مسٽر بيورلي نڪولس ١٩٤٢ع ۾ جناح صاحب سان ملاقات ڪئي هئي جنهن جي روئداد هن پنهنجي ڪتاب (The Verdict on India) ۾ لکي آهي. هڪڙي باب جو عنوان آهي (A talk with a Giant) يعني "هڪڙي ديو سان ڳالهه

ٻولھ". بيشڪ جناح صاحب پڪي ارادي جو مالڪ ۽ ديو صفت انسان هو ۽ هن ۾ ڪارلائل (Carlyle) جي قول مطابق بلاشڪ و شبھ جي هيروئزم جون صلاحيتون موجود هيون.

"Heroism the divine - relation which in all times unites a man to other man".

مستقل مفاد جي طرفان هن عظيم انسان جي مٿان فرقہ پرستي جھڙا واهيات الزام لڳايا ويا. سندس سياسي زندگيءَ مان مٿئين مڪروھ ۽ ڪوڙي الزام جي پرزور ترديد ٿي ٿئي. ان جي ثابتي لاءِ هتي هڪ مثال نقل ڪندس. مون کي سنڌ جي عظيم قائد مرحوم خانبهادر کھڙي جي ڪچھري ۾ ڪيئي مرتبا ويھڻ جي سعادت حاصل ٿي. هن جي دانشور فرزند بئريسٽر خالد محمود کھڙي سان منھنجا نياز مندانہ تعلقات آهن. هڪڙي ڏينھن مرحوم خانبهادر صاحب ڪچھريءَ ۾ اسان کي هڪ اهڙي ڳالھ ٻڌائي، جنھن مان جناح صاحب جي عظمت جي ثابتي ملي ٿي تہ، هو فرقہ پرست نہ پر هڪ بااصول انسان ۽ دوست سياستدان هو. خانبهادر صاحب جن روايت ڪئي تہ جنوري ١٩٤٨ع ۾ ڪراچي شھر ۾ هندو مسلم فساد ٿيا هئا، ان وقت مان سنڌ جو وزير اعليٰ هوس. فساد شروع ٿيڻ شرط جناح صاحب مون سان رابطو رکيو ۽ هدايت ڏنائين تہ فساد هڪدم بند ڪجي ۽ امن امان قائم ڪرڻ لاءِ فوري تدبيرون اختيار ڪيون وڃن. کھڙو صاحب پاڻ هڪ وڏو بهادر ۽ وڏن انتظامي صلاحيتن جو مالڪ هو. هن چوويھ ڪلاڪن اندر حالتن تي ڪنٽرول ڪيو ۽ مڪمل امن و امان بحال ڪيو. مرحوم خانبهادر صاحب ٻڌايو تہ منھنجي هن ڪارروائيءَ تي جناح صاحب ايترو تہ خوش ٿيو جو رات جي ماني کارائڻ لاءِ منھنجي دعوت ڪيائين.

هن مثال مان واضح آهي تہ جناح صاحب کي فرقہ پرستي کان بي حد نفرت ۽ بيزاري هئي. ٻي طرف ڪانگريسي ليڊرن هڪ سوچيل سمجھيل پلان جي ماتحت تقسيم کان پوءِ هندستان ۾ هندو مسلم فساد ڪرايا هئا، جنھن جو تفصيلي ذڪر مرحوم مولانا آزاد پنھنجي

4

ڪتاب (India Wins Freedom) ۾ ڪيو آهي.

پاڪستان جي بري فوج جو اڳوڻو ڪمانڊر جنرل گل حسن ١٩٤٨ع ۾ ڪراچي جي فساد برپا ٿيڻ وقت مرحوم قائد اعظم جو ملٽري سيڪريٽري ٿي رهيو. ڪجهه وقت اڳ لاهور جي ماهوار رسالي ”آتشِ فشان“ ۾ هن جو هڪ تفصيلي انٽرويو ڇپيو جنهن ۾ خانبهادر کهڙي صاحب جي ٻڌايل داستان جي پڻ تصديق ٿئي ٿي. جنرل گل حسن ٻڌايو ته جناح صاحب هندو مسلم فساد شروع ٿيڻ تي ڳڻتي ڏيکاري ۽ ان معاملي بابت سخت مضطرب رهيو. جنرل صاحب وڌيڪ ٻڌايو ته، مون کي جناحِ صاحب پنهنجي هڪ پراڻي هندو واقفڪار ڪشو گدواڻيءَ جي حفاظت ۽ سلامتيءَ لاءِ خاص پارٽ ڪئي ۽ مان ڪن فوجي نوجوانن سان گڏ مسٽر گدواڻيءَ جي سار سنڀال لاءِ هن جي گهر ويندو هوس ۽ هن کي کاڌو وغيره پهچائيندو هوس، جنهن تي مسٽر گدواڻيءَ، قائد اعظم جا خاص ٿورا مڃيا.

اندازو لڳايو ته فساد شروع ٿيڻ وقت به قائد اعظم کي پنهنجو هندو دوست ياد آيو. اهڙي شخص ۽ اعليٰ ڪردار جي مالڪ تي جيڪڏهن فرقه پرستي جو الزام لڳائجي ته پوءِ چئبو ته معترضين حضرات کي فرقه پرستي اصطلاح جي معنيٰ ۽ مفهوم جي به پروڙ ڪانه آهي.

## قائد اعظم جو لقب عطا ٿيڻ

هندستان ۾ انگريزن جي حڪومت کان اڳ ۾ به، بعض شخصيتون القاب يافته هونديون هيون. سندن نالن سان گڏ لقبن جو به اضافو ڪيو ويندو هو. مثلاً اورنگزيب بادشاهه جو لقب عالمگير، شهزاده خرم جو لقب شاهجهان، حيدرآباد دکن جو حڪمران پنهنجي لقب ”نظام“ سان سڏجڻ لڳو ۽ مشهور ٿيو. مسلم ليگي ليڊرن طرفان نواب مهدي علي خان کي محسن الملڪ ۽ نواب مشتاق حسين خان کي وقار الملڪ جا القاب مليل هئا. ان کان اڳ ۾ مسلم تاريخ ۾ ڪيترين ئي اهم

شخصيتون ملن ٿيون جن کي لقبن سان پڪاريو ويندو هو. مثلاً امام غزالي رحمة الله (پيدائش ١٠٥٨ع وفات ١١١١ع) حجة الاسلام جي لقب سان پڪاريو ويندو هو. شيخ احمد سرهندي وحدة الشهود جو باني هو. هن کي مجدد الف ثانيءَ جو لقب مليل هو. امير خسرو دهلوي کي طوطيءِ هند ڪري چوندا هئا. اڪبر الله آبادي لسان العصر، حڪيم اجمل خان مسيح الملڪ، مولانا محمود الحسن شيخ الهند، مولانا ابوالڪلام آزاد امام الهند، مولانا محمد علي جوهر رئيس الاحرار، مولانا اشرف علي ٿانوي حڪيم الامت، علامه اقبال شاعر مشرق، ڊاڪٽر دائود پوٽو شمس العلماءِ ۽ علامه شبير احمد عثماني کي شيخ الاسلام جي لقبن سان پڪاريو ويندو هو. هندن ۾ به آزادي جي علمبردارن کي القاب سان نوازيو ويندو هو. مثال طور تلڪ پهريون قوم پرست ڪانگريسي ليڊر هو جنهن کي پنهنجي قوم جي طرفان ”لوڪ مانيه“ يعني ”ماڻهن جو معزز“ لقب مليل هو. مسٽر موهن داس گانڌي کي مشهور بنگالي شاعر ۽ مصنف رابندر ناٿ ٽئگور ”مهاتما“ (وڏو روح) جو لقب ڏنو هو ۽ ١٩٢٠ع ۾ مسٽر سي آر داس کي ”ديش بنڌو“ (ديس جو دوست يا ياءُ) جو خطاب مليو. ١٩٤٠ع ۾ مسٽر سڀاس چندر بوس کي ”نيتاجي“ (محبوب ليڊر) جو لقب مليو.

اسان مسلمانن ۾ ”قائد“ بمعنيٰ ليڊر جو لفظ عام استعمال ٿيندو هو، پر قائد اعظم جو لفظ ڪن ڪن ليڊرن لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. جناح صاحب کان اڳ مولانا ابوالڪلام آزاد لاءِ هي خطاب ١٩٢١ع ۾ ڏنو ويو. مولانا آزاد جو هڪ ڪتاب ١٩٢١ع ۾ شايع ٿيو هو. ان جي پبلشر مسٽر مشتاق احمد، مولانا آزاد کي ”قائد اعظم“ ڪري لکيو. ان کان ٻن سالن بعد ترڪيءَ جي صدر مصطفيٰ ڪمال اتا ترڪ کي به هند جا مسلمان قائد اعظم جي لقب سان پڪاريندا هئا. ليگ جي لکنئو سيشن جا مرحبائي ڪاميٽي جي چيئرمين مسٽر شاهد حسين پنهنجي استقبالي ائڊريس ۾ مصطفيٰ ڪمال اتا ترڪ کي ”قائد اعظم“ جي لقب سان پڪاريو هو. مسلم ليگ جو هي اجلاس لکنئو ۾

تاريخ ٣١ مارچ ١٩٢٣ع ۾ منعقد ٿيو هو. مصطفيٰ ڪمال ١٩٣٨ع ۾ مري ويو، ان وقت هڪ شخص مسٽر بيدا خان امر تسري ترڪي جي وفات ڪيل ليڊر لاءِ هڪ مرثيہ ڇپيو هو جنهن جو عنوان هو "به سانح ارتحال قائد اعظم ملت غازي مصطفيٰ ڪمال پاشا."

بعد ۾ تہ "قائد اعظم" جو لقب فقط جناح صاحب لاءِ مخصوص ٿي ويو پر ان کان اڳ بہ ڪن ڪن مسلمان ليڊرن کي "قائد اعظم" سڏيو ويندو هو. مولانا آزاد ۽ مصطفيٰ ڪمال ڪانپوءِ ١٩٣٢ع ۾ "زميندار" اخبار ڪشمير جي هڪ مقبول ليڊر سيد پير حسام الدين گيلانيءَ کي سندس جيل مان رهائي جي موقعي تي "قائد اعظم لکيو هو.

مولانا محمد علي جوهر جي وفات تي بجنور جي هفتيوار اخبار "مدينہ" هڪ ايڊيٽوريل نوٽ سپرد قلم ڪيو هو، جنهن جو عنوان هو "قائد اعظم ڪي وفات" بيگم خورشيد آرا بيگم مولانا محمد علي جي موت تي "اشڪ خونين" جي عنوان سان هڪ مرثيو لکيو جو مدينہ اخبار ۾ هن طرح ڇپيو هو:

الوداع اي قائد اعظم اوبطل حريت

الوداع اي بهتريءِ قوم را روح الامين

بيگم خورشيد آرا مسلم ليگ نيشنل گارڊ جي سالار اعليٰ نواب صديق علي خان جي گهر واري هئي. معلوم ٿيو تہ قائد اعظم جو لقب مولانا آزاد، مصطفيٰ ڪمال، ڊاڪٽر انصاري ۽ مولانا جوهر مرحوم لاءِ بہ استعمال ٿيندو هو پر ڪڏهن ڪڏهن سو بہ ڪنهن خاص موقعي تي، پر جناح صاحب لاءِ هي لقب هميشہ سندس عظيم الشان خدمتن جي عيوض مخصوص هو.

## قائد اعظم لقب لاءِ مولانا آزاد جي تعريم

مولانا ابوالڪلام آزاد (وفات فيبروري ١٩٥٨ع ۾) ڪانگريس جي چوٽي جي ليڊرن مان هو. آزاد کي اهو اعزاز آهي تہ هو ڪانگريس

جي پارٽيءَ جو سانده ست سال صدر ٿي رهيو آهي. جون ١٩٤٥ع ۾ لارڊ ويول وائسراءِ هند جي پاران سڏايل شملہ ڪانفرنس ۾ هن ڪانگريس جي نمائندگي بحيثيت صدر جي ڪئي هئي. مارچ ١٩٤٦ع ۾ ڪئبينيٽ مشن جي ٽن وزيرن آڏو بہ هن بحيثيت صدر ڪانگريس جي هندستان جي آزاديءَ بابت پنهنجون تجويزون پيش ڪيون هيون. هندستان کي آزادي ڏيارڻ ۾ مولانا آزاد جو اهم رول رهيو آهي. ۾ اڄ ڪلهہ ڀارت ۾ ڪانگريسي ليڊر مولانا آزاد جي شخصيت کي وساري وينا آهن. هن جو تذڪرو بہ هندستان جي پريس ۾ ڪڏهن ڪڏهن ٿيندو آهي. البتہ پاڪستان جي پريس ۾ مولانا آزاد جي سياسي ڪارنامن کي اڪثر دهرايو ويندو آهي. آزاد پنهنجي انگريزي ڪتاب (India Wins Freedom) ۾ جناح صاحب کي قائد اعظم لقب عطا ٿيڻ لاءِ مهاتما گانڌيءَ کي جوابدار ٺهرائيو آهي. هو لکي ٿو تہ "مان هتي بيان ڪيان تہ، جناح کي مليل لقب قائد اعظم پهريائين گانڌي صاحب جي طرفان ڦهلايو ويو. گانڌيءَ جي ڪئمپ ۾ هڪ ساده لوح ۽ نيڪ نيت عورت مسمات امتس سلام نالي هوندي هئي. هن ڪن اردو اخبارن ۾ جناح صاحب لاءِ قائد اعظم جو لقب لکيل ڏسي پڙهيو هو. جڏهن مسٽر گانڌي جناح صاحب کان انٽرويو وٺڻ لاءِ ليٽر لکي رهيو هو تہ، مٿينءَ مائي صاحبہ کيس ٻڌايو تہ اردو اخبارون جناح صاحب کي "قائد اعظم" ڪري لکن ٿيون، اوهان بہ ان کي قائد اعظم جو لقب استعمال ڪري لکو. گانڌي پنهنجي قدم جي نتيجي کان بي خبر رهي مسٽر جناح کي قائد اعظم جي لقب سان خط لکي خطاب ڪيو. جڏهن هندستان مسلمانن ڏٺو تہ گانڌي بہ جناح صاحب کي قائد اعظم جي لقب سان پڪاري ٿو ۽ هن کي خطاب ڪري ٿو تہ ڏهن هنن ائين محسوس ڪيو تہ جناح ضرور قائد اعظم هوندو." (ص ٩٣)

پر سيد شريف الدين پيرزاده صاحب پنهنجي ڪتاب (Some Aspects of Quaid - e - Azam's Life) ص ٦٢ ۾ مولانا آزاد جي بيان ڪيل قصي جي رڪارڊي طور ترديد ڪئي آهي. مان بہ ان سان اتفاق

ٿو ڪريان. مون مولانا مرحوم جون گهڻو ڪري سڀ تصنيفون پڙهيون آهن. بيشڪ هو علم جو وڏو سمنڊ هو، پر موصوف کي خود ثنائيءَ جي به عادت هوندي هئي. مثلاً هن پنهنجي هڪ ڪتاب "تذڪره" ۾ لکيو ته پاڻ مڪي مڪرمه ۾ ڄائو هو جڏهن ته سندس تنقيد نگارن ثابت ڪيو ته هو پنجاب (هند وارو) جي هڪ شهر "ڪيم ڪرن" ۾ ڄائو هو، جنهن کي ١٩٦٥ع جي لڙائيءَ ۾ پاڪستاني فوج فتح ڪيو هو. مولانا آزاد مرحوم ساڳي ڪتاب ۾ بيان ڪيو ته هن جي والد مولانا خيرالدين نهر زبيده جي مرمت ڪرائي هئي، جنهن کي پڻ سندس نقادن غلط ٺهرايو. مولانا کي خود ١٩٢١ع ۾ قائد اعظم ۽ امام الهند جي لقبن سان نوازيو ويو، ظاهر آهي ته مسٽر جناح کي "قائد اعظم" جي لقب ملڻ تي هو فطري طور ناراض ٿيو هوندو.

مسلم ليگي حلقن جو خيال آهي ته جناح صاحب کي "قائد اعظم" جو لقب پهريائين پندرهن روزه "الامان" دهلي جي ايڊيٽر مولانا مظهر الدين شير ڪوٽيءَ ڏنو هو. ملاحظه ٿئي جميل الدين احمد جو انگريزي ڪتاب (Glimps of Quaid - e - Azam P-13) پر مسٽر محمد امين زبيري ان خيال جي ترديد ڪندي لکي ٿو ته جناح صاحب کي "قائد اعظم" لقب ڏيڻ وارو پهريون شخص جميعت علماءِ هند جو سيڪريٽري مولانا احمد سعيد هو. جنهن تاريخ ٧ ڊسمبر ١٩٣٦ع تي مراد آباد جي جامع مسجد ۾ سياست کي سمجهڻ وارو هن کان بهتر ڪوئي شخص ڪونهي. تنهنڪري مسلمانن جي "قائد اعظم" هجڻ جو هو بجا طور مستحق آهي." (ملاحظه ٿئي زبيري جو ڪتاب "سياست مليه" ص ٣٠٣)

ياد رهي ته ١٩٣٦ع ۾ جمعيت علماءِ هند مسلم ليگ جي حامي هوندي هئي. ١٩٣٧ع جي صوبائي اليڪشن ۾ مسلم ليگ جي حمايت ۾ جمعيت هڪ فتويٰ جاري ڪئي هئي. مولانا عبدالمجيد سالڪ پنهنجي ڪتاب "سرگذشته" (ص ٤٣٥) ۾ لکي ٿو ته هڪ پراڻي خلافتي فيروز الدين احمد جناح صاحب کي "قائد اعظم" جو لقب ڏنو هو.

## مسٽر ايم ايڇ سيد جي روايت

مسٽر مطلوب الحسن سيد، جناح صاحب جو ڇهن سالن تائين (۱۹۴۰ع کان ۱۹۴۴ع تائين) پرائيويٽ سيڪريٽري ٿي رهيو آهي. هن باني پاڪستان جي سياسي سوانح لاءِ هڪ مبسوط ڪتاب انگريزي ۾ لکيو. جنهن جو نالو آهي "محمد علي جناح هڪ سياسي مطالعو" (Mohammad Ali Jinnah, Political Study) هن جي روايت آهي ته جناح صاحب کي قائد اعظم جي لقب سان پهريائين مولانا ظفر علي خان مرحوم (ايڊيٽر زميندار لاهور) ۱۹۳۷ع ۾ لکنئو جي ليگ اجلاس ۾ سڏيو. هن جا الفاظ هئا ته "اسان جو قائد محمد علي جناح. بلڪ مان ته هي چوندس ته اسانجو قائد اعظم محمد علي جناح" ان کان پنجن سالن بعد جناح صاحب لاءِ قائد اعظم جو لقب عوامي سطح تي مشهور ٿي ويو. ايتري قدر جو پنجن سالن کانپوءِ مسلم ليگ ڪائونسل جو اجلاس ۷ مارچ ۱۹۴۳ع تي دهلي ۾ منعقد ٿيو هو. جنهن ۾ هڪ قرارداد پاس ڪري سرڪاري طرح جناح صاحب کي قائد اعظم جي لقب سان ياد ڪيو ويو. تحقيق ڪندي معلوم ٿيو ته قائد أعظم لقب عطا ڪرڻ وارو مرحوم مولانا ظفر علي خان هو. هن مقالي جو اختتام قائد اعظم جي هڪ املھ قول تي ڪيان ٿو جو مسٽر ايم ايڇ سيد پنهنجي مٿين ڪتاب ۾ نقل ڪيو آهي. ڪاش اسان جي نئين نسل وارا ان تي عمل ڪن.!

Character, Courage, Industry and Perservance are the four Pillers on which the whole eddifice of human life can be built and failure is a word unknown to me (P-7).

**ڪتابن کان مدد**


(1) Muhammad Ali Jinnah by M.H. Sayid Elited Publishers Karachi 1907 ED.

(2) Quaid - i - Azam Jinnah: Studies in Inter pretation.

Quaid - e - Azam Academy Karachi. 1981 ED by Shariful Mujahid.

(3) The Great Divide by H.V. Hodson Oxford Press Karachi 1969 ED.

(4) India Wins Freedom by Abul Kalam Azad Orient Long man Limited Calcutta 1960 ED.

(5) Some Aspects of Quaid - e - Azam's Life by: Sharifuddin Pirzada Islamabad 1978 ED.

# حاجي عبدالله هارون فارمولا جي حقيقت

پاڪستان جي سياسي تاريخ جي مطالعي مان پتو پوندو ته ١٩٤٠ع جي مشهور زمانه قرارداد جي پاس ٿيڻ کان اڳ ملڪ جي تقسيم لاءِ ڪيئي اسڪيمون مختلف ماڻهن پيش ڪيون هيون. حاجي عبدالله هارون فارمولا به انهن مان هڪ هو. باقي پاڪستان ٺاهڻ جو سمورو ڪريڊٽ علامه اقبال ڏانهن وڃي ٿو. علامه اقبال مرحوم پهريون شخص هو جنهن الله آباد ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس ۾ تاريخ ٣٠ ـ ١٢ ـ ٢٩ تي پنهنجي صدارتي خطبي ۾ ملڪ جي تقسيم جي تجويز هيٺين الفاظ ۾ پيش ڪئي هئي.

"I would like to see the Punjab, North - West Frontier Province, Sind and Baluchistan amalgamated into a single state".

علامه اقبال جي مٿئين خواب کي عملي شڪل ڏيڻ وارو شخص قائد اعظم هو. ان وقت هو لنڊن ۾ اڪثر رهندو هو. اقبال کيس اتان هندستان ۾ گهرايو ۽ هن کي پاڪستان ٺاهڻ جي تلقين ڪئي. ملاحظ ٿئي ڪتاب انگريزي "اقبال جا خط جناح ڏانهن" (Letters of Iqbal to Jinna) علامه اقبال فقط ملڪ جي تقسيم لاءِ بنيادي ڍانچو فراهم ڪيو هو. ان جي تفصيل ۽ عملي اسڪيم واضح ڪرڻ لاءِ ڪيترن ئي مسلم سياسي شخصيتن پنهنجون اسڪيمون پيش ڪيون هيون. هندستان جي اڳوڻي صدر جمهوريه ڊاڪٽر راجندر پرساد (Dr. Rajen-dra Parsad) پنهنجي ڪتاب (India Divided) ۾ اهڙين اسڪيمن جو

جائزو ورتو آهي. ملاحظہ لئي ملئين ڪتاب جو ٽيون باب بعنوان "تقسيم جون اسڪيمون" (Schemes of Partition) شروع صفحہ ١٧٥ کان وٺي ٢٠٧ تائين. ڪل ھيٺيون اسڪيمون آھن:

(١) ھندستان جي ڪنفيڊريشن جي اسڪيم، ھيءَ اسڪيم ھڪڙي پنجابيءَ ڪتابي شڪل ۾ پيش ڪئي آھي. صفحہ ١٧٦ کان ١٨١ تائين.

(٢) علي ڳڙھہ پروفيسرن واري اسڪيم، ھيءَ بہ اسڪيم علي ڳڙھہ جي ٻن پروفيسرن سيد ظفر الدين ۽ محمد افضال حسين قادريءَ پيش ڪئي ھئي. تفصيل لاءِ ڏسو مذڪوره ڪتاب شروع ١٨١ کان ١٨٤ تائين.

(٣) چوڌري رحمت علي واري اسڪيم، شروع صفحہ ١٨٤ کان ١٨٧ تائين.

(۴) ڈاڪٽر عبداللطيف اسڪيم، شروع صفحہ ١٨٨ کان ١٩۴ تائين.

(۵) سر سڪندر حيات جي اسڪيم، شروع صفحہ ١٩۴ کان ١٩٩ تائين.

(٦) سر عبدالله ھارون ڪاميٽي جي اسڪيم، شروع ١٩٩ صفحہ کان ٢٠۴ تائين.

ھڪ مؤرخ [١] تقسيم جي سيني اسڪيمن کي نظر انداز ڪري فقط حاجي عبدالله ھارون فارمولا جو ذڪر ڪيو آھي. لطف جي ڳالھہ ھيءَ آھي تہ عبدالله ھارون فارمولا جا تفصيل بہ ڪونہ بيان ڪيائين. فقط مرحوم حاجي عبدالله ھارون جو قائد اعظم ڏانھن ھڪ لکيل خط مؤرخہ ٢ فيبروري ١٩۴٠ع جو تت پيش ڪري ڪوڙي دعويٰ ڪئي اٿس تہ مذڪوره خط ھن جو لکيل آھي. حاجي عبدالله ھارون فارمولا جو مڪمل تفصيل اسان کي ھڪ ڪتاب (Pakistan Issue) ۾ ملي ٿو جو پھريون دفعو اشرف پبليڪيشن وارن ١٩۴٣ع ۾ لاھور مان شايع ڪرايو ھو. اڄ ڪلھہ ھي ڪتاب اڻ لڀ آھي. مگر حاجي ھارون فارمولا

---

(١) علي محمد راشدي.

جي تفصيل بيان ڪرڻ وقت ڊاڪٽر راجندر پرساد پنهنجي ڪتاب (India Divided) ۾ هن ڪتاب مان ڪافي حوالا پيش ڪيا آهن ۽ اصل ڪتاب جي پڙهڻ جي ضرورت گهٽ محسوس ٿئي ٿي. هيءَ فارمولا به ڪيترن ڳالهين ۾ لاهور جي قرارداد کان مختلف آهي. اهوئي سبب آهي ته قائد اعظم ان ڪاميٽي جي سفارشن کي سرڪاري طور تسليم نه ڪيو. پر ٻڌايو ته اها فردن يا گروپن جي ذاتي راءِ آهي. حاجي هارون فارمولا تي تبصره ڪرڻ بعد ڊاڪٽر صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته "اهي سڀ اسڪيمون ١٩٣٩ع کان زير غور آيون ۽ شايع ٿيون. ڪي لاهور جي قرارداد پاس ٿيڻ کان اڳ ۽ ٻيون ان کان بعد ۾. پر عام طور تي ائين چيو ويندو آهي ته پهريون شخص جنهن آل انڊيا مسلم ليگ جي الله آبادي واري اجلاس ۾ ڊسمبر ١٩٣٠ع ۾ ملڪ جي تقسيم ۽ هڪ جدا مسلم رياست جي تجويز پيش ڪئي هئي، اهو سر محمد اقبال هو." (صفحه ٢٠٤، ١٩٧٨ ايڊيشن لاهور) ۽ اهائي صحيح پوزيشن آهي. افسوس جو ڊاڪٽر راجندر پرساد جهڙا ڪٽر مخالف به تسليم ڪن ٿا ته پاڪستان جهڙي آزاد مسلم مملڪت جو قيام ۽ ملڪ جي تقسيم جو پهريون پلان علامه اقبال مرحوم پيش ڪيو هو. هتي اسان جي علائقي ۾ وري هڪ مؤرخ پنهنجي هڪ ڪتاب [1] ۾ تخليق پاڪستان جو سمورو ڪريڊٽ مرحوم حاجي عبدالله هارون کي ڏئي، جيڪا ڳالهه حقيقت ۽ تاريخ جي بلڪل ابتڙ آهي.

---

(١) اشارو آهي ڪتاب "اهي ڏينهن اهي شينهن" ڏانهن.

# ڳول ميز ڪانفرنس، علامہ اقبال ۽ پاڪستان جو نالو

هندستان جي ممتاز سياستدان آنجهاني ڊاڪٽر امبيڊڪر جو مشهور ڪتاب آهي (Partition of India) جيڪو حقيقت ۾ ملڪ جي ورهاست ۽ پاڪستان قائم ڪرڻ لاءِ فڪري ۽ سائنسي جواز فراهم ڪري ٿو ۽ ڪانگريس جي ان شوشي تي هندستان ۾ هڪڙي قوم آباد آهي، ڪي پرزا پرزا ڪري ۽ ان سڄي تخيل جي جڙ ڪاٽي ٿو ڇڏي. هي ڪتاب پهريون ڀيرو ۱۹۴۰ع ۾ شايع ٿيو ۽ تازو ان جي ٻي ايڊيشن بہ شايع ٿي آهي. ان جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس ۾ اڻ سڌي طرح بغير نالي وٺڻ جي فقط هڪڙي ليڊر پاڪستان اسڪيم جي حمايت ڪئي هئي ۽ اهو هو سر محمد اقبال. پنهنجي ڪتاب جي صفحہ ۳۲۹ ۾ فوٽ نوٽ تي رائونڊ ٽيبل بابت وضاحت ڪندي ڊاڪٽر امبيڊ ڪر لکي ٿو تہ، "جيڪڏهن هڪ ساڳي مرڪزي گورنمينٽ جي مخالفت کي پاڪستان اسڪيم جي مکيہ شڪل قرار ڏجي تہ پوءِ ڳول ميز ڪانفرنس جي فقط هڪڙي ميمبر نالي وٺڻ کانسواءِ ان جي حمايت ڪئي هئي ۽ اهو شخص هو سر محمد اقبال جنهن ڳول ميز ڪانفرنس جي ٽئين اجلاس ۾ هن خيال جو اظهار ڪيو هو تہ، هندستان لاءِ ڪابہ مرڪزي گورنمينٽ ۽ ان جو وجود نہ هجڻ گهرجي. وڏيڪ تہ هندستان جا سيئي صوبا لنڊن جي سيڪريٽري آف اسٽيٽ سان سنئون سڌو تعلقات قائم ڪرڻ ۾ خود مختيار ۽ آزاد حڪومتون (Dominions) هئڻ کپن."

"If opposition to one common central government be

taken as a principle feature of the scheme of Pakistan, then the only member of R.T.C. Who may be said to have supported it without mentioning it by name was Sir Mohammad Iqbal who expressed the view at the third session of the Round Table Conference that there should be no central government for India, that the Provinces should be autonomous and independent dominions in direct relationship to the secretary of state in London." (P-329, 1979 ED).

ڊاڪٽر امبيڊڪر جي ڪتاب مان ته صاف ظاهر آهي، ته نالي وٺڻ کانسواءِ پاڪستان اسڪيم جي حمايت گول ميز ڪانفرنس ۾ فقط اڪيلي شخص علامه اقبال ڪئي هئي. باقي رهيو اهو سوال ته ٽين گول ميز ڪانفرنس ۾ هن پاڪستان جو نالو ڇونه ورتو؟ جواب ۾ گذارش ڪندس ته ان کان اڳ ڊسمبر ١٩٣٠ع ۾ الله آباد ۾ مسلم ليگ جي ساليانه اجلاس ۾ به ته، ڊاڪٽر صاحب پاڪستان جي نالي وٺڻ کانسواءِ اولهه ۾ مسلم صوبن جي علحده رياستن جي گهر ڪئي هئي. مسلم ليگ جي لاهور واري تاريخي اجلاس مارچ ١٩٤٠ع ۾ توڙي اپريل ١٩٤١ع ۾، ليگ جي مدراس واري اجلاس جي قراردادن ۾ به پاڪستان جو نالو ذڪر ٿيل ڪونه آهي. علامه اقبال جي حياتيءَ بابت هڪ ڪتاب "روزگار فقير" سيد وحيد الدين صاحب لکيو آهي. هو ٻڌائي ٿو ته ٽين گول ميز ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ علامه اقبال جڏهن يورپ ويو ٿي ته، سندس هڪ عزيز سيد امجد علي روايت ٿو ڪري ته "پئرس مان جڏهن اسين لنڊن پهتاسون ته ريلوي اسٽيشن تي هڪ انگريز نو مسلم خالد شيلڊرڪ، ڊاڪٽر صاحب کي خوش آمديد چوڻ لاءِ موجود هو. خالد شيلڊرڪ هن موقعي تي علامه اقبال کي مشهور برطانوي سياستدان جان برائٽ (John Bright) جي تقريرن جو مجموعو ڏنو ۽ کيس عرض ڪيو ته اوهان کي رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس جي اهم سياسي بحثن ۾ حصو وٺڻو آهي ان ڪري منهنجي درخواست

آهي تہ هن تقريرن کي اوهان جيئن بہ ممڪن ٿئي وقت ڪڍي ضرور پڙهو. چنانچہ علامہ اقبال هن ڪتاب جو مطالعو شروع ڪيو ۽ رات جو ٻي وڳي تائين ان کي پڙهي پورو ڪيو. هن واقعي جو سڀ کان دلچسپ پهلو هي آهي تہ ٽين رائونڊ ٽيبل (گول ميز) ڪانفرنس ۾ هندستان جي سياسي مستقبل بابت جڏهن علامہ صاحب تقرير ڪئي تہ جان برائٽ جي خيالن جي جهلڪ ۽ تاثر هن جي تقرير ۾ موجود هو. بلڪ علامہ صاحب بعض جڳهن تي جان برائٽ جا نظريا پنهنجي موقف جي تائيد ۾ پيش ڪيا هئا. هن انگريز (جان برائٽ) جي سمجهہ ۽ دوربيني جو ڪمال ڏسو جو هن ١٨٥٧ع جي جنگ آزادي کان هڪ سال بعد (٢٤ جون ١٨٥٨ع) برطانوي حڪومت کي مشورو ڏنو هو تہ "هندستان کي ڇڏڻ کان اڳ انگريز سرڪار گهٽ ۾ گهٽ ان کي پنجن خودمختيار يونٽن ۾ ورهائڻ جو بندوبست ڪري" (ڏسو ڪتاب مذڪوره صفحو ١٤٢ ۽ ١٤٣ حصو اول، چوٿين ايڊيشن لاهور).

ان کانپوءِ فقير وحيد الدين صاحب لارڊ جان برائٽ جي تقرير جو اصل انگريزيءَ ۾ حوالو صفحہ ١٤٤ تي بمعہ ترجمي پيش ڪيو. هيءَ تقرير هن پارليامينٽ جي دارالعوام جي اجلاس ۾ ٢٤ جون ١٨٥٨ع ۾ ڪئي هئي. لارڊ جان برائٽ جي تقرير مان پاڪستان اسڪيم جي حمايت پئي ٿئي جا هن انگريز سياستدان جي تقرير پڙهڻ کان پہ سال اڳ ڊسمبر ١٩٣٠ع ۾ مسلم ليگ جي الله آباد واري اجلاس ۾ پيش ڪئي هئي. بس ان مان صاف معلوم ٿيو تہ ٽين گول ميز ڪانفرنس ۾ علامہ اقبال پاڪستان اسڪيم جي حمايت ڪئي هئي.

# ٻي مهاڀاري لڙائيءَ بابت
# مسلم ليگ جو نظريو

جاڻ گهرجي تہ ٻي مهاڀاري لڙائي ١٩٣٩ع تي شروع ٿي ۽ ١٩٤٥ع ۾ ختم ٿي. ان جنگ ۾ دنيا جا تقريباً سڀ ملڪ سڌيءَ طرح يا اڻ سڌيءَ طرح شريڪ ٿيا هئا. اسانجو ملڪ برصغير هند و پاڪ، جيڪو ان وقت انگريز جو غلام هو، اهوبہ ان جنگ کان متاثر ٿيڻ کانسواءِ رهي نہ سگهيو. ان جنگ بابت مسلم ليگ جي ڪهڙي پاليسي هئي اها هيٺ بيان ڪجي ٿي: -

جيئن ئي عالمگير جنگ شروع ٿي تہ مسلم ليگ، ان جنگ بابت پنهنجي پاليسي واضح ڪرڻ لاءِ دهليءَ ۾ هڪ هنگامي اجلاس ڪوٺايو ۽ ڪافي بحث مباحثي ۽ غور و فڪر بعد هڪ قرارداد تاريخ ١٨ سيپٽمبر ١٩٣٩ع تي پاس ڪئي. اصل قرارداد انگريزيءَ ۾ آهي، جيڪا مسٽر جي الانا (G. Allana) پنهنجي ڪتاب "پاڪستان تحريڪ - تاريخي دستاويزات" (Pakistan Movement - Historic Documents) جي صفحہ ٢١٦ کان ٢٠٠ تي نقل ڪئي آهي. هي ڪتاب اسلامڪ بوڪ سروس وارن لاهور مان شايع ڪرايو آهي ۽ منهنجي لائبريري ۾ ان جي ٽين ايڊيشن (Sept: 77) موجود آهي.

هن قرارداد ۾ ڪل ڏهہ پئرائون آهن ۽ جنگ بابت مسلم ليگ جي پاليسيءَ جي وضاحت پئرا نمبر ڇهين کان شروع ٿي ڏهين تائين ختم ٿئي ٿي. ناظرين جي دلچسپيءَ لاءِ مذڪوره پئرائن جو ترجمو عرض رکجي ٿو.

(٦) "مسلم ليگ غير اشتعال انگريز جارحيت سان گڏوگڏ ان اصل جي بہ مذمت ٿي ڪري تہ جو ڏاڍو سو گابو. ليگ انسانذات جي

آزاديءَ واري اصول کي قبول ڪندي اعلان ٿي ڪري تہ، ڏاڍن جي خواهش پوءِ ڇو نہ اها پنهنجي پر ۾ حق ۽ انصاف تي مبني هجي، ان کي رهڻ جي اجازت نہ ڏني ويندي. مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽي، پولينڊ، انگلينڊ ۽ فرانس سان گهري همدردي رکي ٿي. ڪميٽي، بهرحال محسوس ٿي ڪري تہ، هن آزمائشي گهڙين ۽ ڏکني وقت ۾ حڪومت برطانيہ کي مسلمانن جي حمايت ۽ مدد ڪاميابيءَ سان ايستائين ڪانہ ملي سگهندي، جيستائين هز مئجسٽي جي گورنمينٽ ۽ وائسراءِ هندستان جي ڪانگريسي راڄ جي صوبن ۾ مسلمانن کي حق ۽ انصاف وٺي نٿا ڏيئي سگهن. انهن ڪانگريسي صوبن ۾ اڄ ڪلهہ مسلمانن جي آزادي، جان، ملڪيت ۽ عزت خطري ۾ آهن ۽ ان سان گڏوگڏ انهن جا بنيادي حق بہ نهايت ئي بي رحميءَ سان ڪچلايا وڃن ٿا. ڪاميٽي هزمئجسٽي جي گورنمينٽ، وائسراءِ ۽ گورنر جنرل تي زور ٿي آڻي تہ جنهن بہ صوبائي اسيمبليءَ ۾ مسلمانن کي انصاف يا حق پلئہ نہ پوي يا جتي مسلمانن جي سياسي، اقتصادي، سماجي يا ثقافتي حقن تي ڌاڙا لڳن يا انهن سان هٿ چراند ٿئي تہ اهڙي موقعي تي صوبائي گورنر کي هدايت ڪجي تہ، هو پنهنجي آئيني حق جو خاص استعمال ڪري مسلمانن جي حقن جي حفاظت لاءِ ڪو جوڳو اپاءُ برطانوي حڪومت جي اعلانات مطابق ڪن. پر ڪاميٽيءَ کي افسوس سان اظهار ڪرڻو ٿو پوي تہ، اڃا تائين گورنرن پنهنجا خاص حق استعمال ڪونہ ڪيا آهن، ۽ انهن ڪانگريسي هاءِ ڪمانڊ ڪان ڊڄي مسلمانن جي حقن جي حفاظت ڪرڻ ۾ ناڪاميابي ڏيکاري، ڇوتہ ڪانگريس اڳ ۾ ئي خبردار ڪري ڇڏيو تہ، جيڪڏهن گورنرن، صوبن ۾ پنهنجن خاص آئيني اختيارات جو استعمال ڪيو تہ اهڙين اڪثريت وارن ڪانگريسي صوبن ۾ گهوٽالو پيدا ٿي سگهي ٿو."

(٧) "مسلم ليگ بہ هندستان جي آزادي چاهي ٿي ۽ انهيءَ موقف تي قائم آهي. ڪاميٽي هز مئجسٽي جي گورنمينٽ تي زور ٿي پري ۽ ان کان هي ضمانت گهري ٿي تہ مسلم ليگ جي منظوريءَ ۽

رضامندي بغير هندستان جي ڪنهن به آئيني ڍانچي جو اعلان نه ڪيو ويندو ۽ وڏيڪ مسلم ليگ جي مرضي ۽ منظوري ڪانسواءِ ان قسم جو ڪوبه دستور هز منجسٽي جي گورنمينٽ يا پارليامينٽ نه ٺاهيندي ۽ نه نافذ ڪندي."

(٨) "فلسطيني عربن بابت برطانوي پاليسيءَ مسلمانن جي احساسات ۽ جذبات کي شديد طور مجروح ڪيو آهي. ۽ انهيءَ ڏس ۾ اجا تائين سيني احتجاجن ۽ گذارشن جو ڪوبه ڪرتيل ڪونه نڪتو. ڪاميٽي، برطانوي سرڪار تي زور ٿي آڻي ته هو عربن جي قومي مطالبن جي پذيرائي ڏيڪاري کين مطمئن ڪري."

(٩) "جيڪڏهن سڄي دنيا سان دوچار ٿيل هن خطرناڪ گهوٽالي (جنگ) ۾ انگريز سرڪار، مسلمانن جي طرفان مڪمل، موثر، ۽ عزت ڀري حمايت چاهي ٿي ۽ بحران کي ڪاميابي سان ختم ڪرڻ لاءِ برطانيه سرڪار خواهش رکي ٿي ته پوءِ ان حالت ۾ سرڪار جي مٿان لازم آهي ته مسلمانن کي تحفظ ۽ اطمينان جو احساس ڏياري. مسلم ليــــگ کي اعتماد ۾ وٺي. ڇاڪاڻ ته هندستان جي مسلمانن پاران گفت و شنيد ڪرڻ لاءِ اهائي واحد جماعت آهي.

(١٠) "هن نازڪ ۽ ڏکي وقت ۾ ورڪنگ ڪاميٽي هر مسلمان کي آل انڊيا مسلم ليگ جي جهنڊي هيٺ متحد رهڻ جي اپيل ڪري ٿي. ان لاءِ مسلمانن کي گهرجي ته هر ڪا قرباني ڏيڻ لاءِ تيار رهن ڇاڪاڻ ته هندستان جي نَو ڪروڙ مسلمانن جي قسمت ۽ عزت مسلم ليگ پارٽي سان ئي وابسته آهي."

"نوابزاده لياقت علي خان ايم ـ ايل ـ اي (يو پي) آنرري سيڪريٽري آل انڊيا مسلم ليگ".

هيءَ هئي ٻي عالمي لڙائي بابت مسلم ليگ جي سرڪاري پاليسي. مسلم ليگ غير مشروط طور انگريز سرڪار جي جنگي پاليسين جي حمايت ڪانه ڪئي آهي، پر ڪانگريس پارٽي وانگر حمايت بابت ڪي شرائط پيش ڪيا جي اوهان مٿي پڙهي آيا.

# ڇا پاڪستان هندوءَ جي خوف سبب ٺهيو؟

مسلم ليگ ۽ قائد اعظم انتهائي ڪوشش ڪئي تہ ڪانگريس سان ڪو پر امن تصفيہ ٿئي ۽ ان اخلاص جو مظاهرو جون ١٩٤٦ع ۾ مسلم ليگ جي طرفان "ڪئبينيٽ مشن پلان" (Cabinet Mission Plan) کي منظور ڪرڻ لاءِ متحده هندستان لاءِ "هڪ آئين ساز اسيمبلي" وجود ۾ اچڻي هئي ۽ ان تي هي ڪم سونپيل هو تہ فيڊرل يونين لاءِ هڪ دستور ٺاهي. مرڪزي گورنمينٽ کي فقط ٽي کاتا مواصلات (Communication) دفاع (Defence) ۽ ٻاهريان معاملا (Foreign Affairs)، باقي کاتا صوبن جي حوالي ٿيڻا هئا. جن جي اي، بي، سي وار گروپنگ، اي گروپ ۾ هندو اڪثريت وارا صوبا، بي گروپ ۾ مسلم اڪثريت وارا علائقا، جهڙوڪ: پنجاب، سرحد، سنڌ ۽ برٽش بلوچستان، ۽ سي گروپ ۾ بنگال ۽ آسام جي پرڳڻن کي شامل ڪرڻ جي سفارش ڪئي وئي هئي. مسلم ليگ ان طويل الميعاد پلان (Long Term Plan) کي منظور ڪري آزاد پاڪستان واري اسڪيم تان هٿ ڪنيو هو. ڪانگريس مهاتما گانڌي سميت ڪئبينيٽ مشن کي قبول ڪيو ۽ انڊ پنڊانڊڙ اقتدار جي منتقلي ٿيڻ واري هئي. پر اوچتو ان وقت ڪانگريس جي صدر جواهر لال نهروءَ ڦاٽ ڪائي ١٠ جولاءِ ١٩٤٦ع تي ڪئبينيٽ مشن جي مڃيل پلان خلاف غير ذميوارانہ ۽ احمقانہ بيان ڏنو. نتيجو اهو نڪتو تہ مسلم ليگ پلان کي رد ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي ۽ ١٦ آگسٽ ١٩٤٦ع تي پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ ڊائريڪٽ ايڪشن (Direct Action) ڏينهن ملهائڻ لاءِ مسلمانن کي اپيل

ڪئي هئي. ان تاريخي حقيقت جي سڀ ڪنهن کي خبر آهي. اڄ ڪي دوست چون ٿا ته، پاڪستان، هندو جي خوف سبب ٺهيو. عرض آهي ته پاڪستان، ڪانگريس ۽ ان جي صدر جواهر لال نهروءَ (Nehru) جي تنگ نظري، ضد ۽ هٺ ڌرميءَ ڪري ٺهيو.

آءٌ پنهنجي موقف جي وضاحت لاءِ محض سرسري ڳالهيون نه ڪندس پر بطور دليل ڪيترن ئي شخصيتن کي پيش ڪندس، جن مان سر فهرست ڪانگريس جي وڏي ليڊر مولانا ابوالڪلام آزاد مرحوم جو نالو آهي.

## (١) مولانا ابوالڪلام آزاد

مولانا جي شخصيت ڪنهن به تعارف جي محتاج نه آهي. مولانا جي علم و فضل کان سندس مخالفن کي به انڪار نه آهي. پاڻ "آفتاب آمد دليل آفتاب" جي مصداق آهن. ڪانگريس جا صدر سال بسال چونڊبا هئا پر هي اعزاز شايد مولانا کي ئي آهي جو هو ١٩٣٩ع کان ١٩٤٦ع تائين لڳاتار ستن سالن تائين هن تنظيم جو صدر رهيو آهي. ٻي مهاڀاري لڙائي لڳڻ سان جڏهن هٽلر (جون ١٩٤١ع ۾) روس تي حملو ڪيو ۽ جنگ وڏي پيماني تي ڦهلجي وئي تڏهن آمريڪي صدر روزويلٽ، چرچل تي زور آندو ته جنگ ۾ اتحادين جي ڪاميابي لاءِ اهو ضروري آهي ته هندستان جي ليڊرن، سياسي جماعتن ۽ عوام کي اعتماد ۾ وٺجي. چرچل سرڪار روزويلٽ جي مشوري تي عمل ڪري سر اسٽئفورڊ ڪرپس (Sir Stafford) کي ان مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ١٩٤٢ع ۾ هندستان موڪليو هو. ڪانگريس جي پاران مولانا آزاد وائسراءِ جي ايگزيڪٽو ڪائونسل جي ٺهڻ متعلق ڳالهيون ڪيون جن جو اختتام ناڪامي تي ٿيو. مولانا هندستان جي حق خود اختياري ۽ آزادي ملڻ لاءِ ضمانت طلب ڪئي هئي جا ڪرپس جي وس ۾ نه هئي. هن جي مشن جي ناڪاميابي کان بعد مهاتما گانڌي "هندستان ڇڏي وڃو" (Quit India) جي تحريڪ هلائڻ لاءِ فيصلو ڪيو جنهن ڪري

انگريزن آگسٽ ١٩٤٢ع تي ڪانگريس کي غير قانوني جماعت قرار ڏيئي سيني ليڊرن کي گرفتار ڪري جيل ۾ وجهي ڇڏيو. مولانا آزاد کي ٻه ٻمبئي جي وڪيل ڀولاڀائي ڏيسائي جي جاءِ تان گرفتار ڪري احمد نگر جيل ۾ بند ڪيو ويو. جتان جون ١٩٤٥ع ۾ رها ٿي وائسراءِ فيلڊ مارشل ويول (Wavell) جي ڪوٺايل ڪانفرنس شملا ۾ شرڪت ڪيائين.

شملا ڪانفرنس ۾ مولانا، ڪانگريس جي صدر جي حيثيت سان ويو ۽ قائد اعظم مسلم ليگ جي صدر جي حيثيت سان. پر ٻنهي ليڊرن جي وچ ۾ ڪا مفاهمت جي راهه هموار ٿي نه سگهي ۽ شملا ڪانفرنس جي ناڪاميابيءَ جو اعلان ٿيو. انهيءَ عرصي ۾ جنگ جي خاتمي ڪانپوءِ برطانيه ۾ چونڊون ٿيون هيون، جنهن ۾ ليبر پارٽي کي شڪست آئي هئي. ليبر پارٽيءَ جو مسٽر ائٽلي وزير اعظم ٿيو. ١٧ فيبروري ١٩٤٦ع تي لارڊ پيٿڪ لارنس (Lawrence) پارليامينٽ ۾ اعلان ڪيو ته، هندستان جي آزادي جي سلسلي ۾ ليبر گورنمينٽ هڪ ڪئبينيٽ مشن موڪلڻ جو فيصلو ڪيو آهي. ان جا ٽي ميمبر هرهڪ ١ - پيٿڪ لارنس (Pethick Lawrence) ٢ - سر اسٽئفورڊ ڪرپس (Sir Stafford) ٣ - مسٽر اي. وي. اليگزينڊر (A.v. Alexander) هوندا. اعلان مطابق ڪئبينيٽ مشن جو وفد ٢٣ مارچ ١٩٤٦ع تي هندستان پهتو ۽ هندستان جي سياسي ليڊرن سان طويل مذاڪرات ڪيائين. ان جي مڪمل روئداد مولانا آزاد پنهنجي ڪتاب ”هندستان جي آزادي“ (India Wins Freedom) ۾ لکي آهي.

مولانا ابوالڪلام آزاد جي ڪئبينيٽ مشن جي ناڪامي بابت نهروءَ جي بيان ۽ غلط رويي جو احوال اڳئين مقالي ”پاڪستان جو نهراءُ“ ۾ تفصيل سان بيان ڪيو ويو آهي. پڙهندا صفحو ٣٠ کان ٤٤.

مولانا اڳتي پنڊت نهروءَ جي هڪ ٻي وڏيءَ غلطيءَ جي نشاندهي ڪري ٿو. جيڪڏهن اها غلطي نه ڪري ها ته (مولانا جي چوڻ مطابق) مسلم ليگ ڪانگريس ۾ ضم ٿي ڪم ڪري ها ۽ هندستان جي

تقسيم ني نہ ٿئي ها. ۱۹۳۷ع جي اليڪشن ڪانپوءِ مسلم ليگ جي ٻن ميمبرن چوڌري خليق الزمان ۽ نواب اسماعيل خان ڪانگريس سان ان شرط تي پاڻهن ٻيلي ٿيڻ جو اعلان ڪيو تہ، ٻنهي کي سرڪار ۾ کنيو وڃي. مولانا جي چوڻ مطابق ان تي ٺاهہ ٿي ويو. پر بعد ۾ سندس مشوري خلاف جواهر لال نهرو، چوڌري خليق الزمان کي هڪ خط لکي ٻڌايو تہ، مسلم ليگ جي فقط هڪ ميمبر کي گورنمينٽ ۾ کنيو ويندو، جيڪا نهايت ئي افسوسناڪ ڳالهہ هئي. پنڊت نهروءَ جي هن فعل بابت مولانا لکي ٿو "هندستان جي سياست جي ڄاڻن کي خبر آهي تہ مسلم ليگ جي تنظيم جو ڪم يو. پي مان ٿيو هو. جناح صاحب ان جو مڪمل فائدو وٺي هلي پاڪستان ٺهرايو." (صفحہ ۱۶۱)

ياد رهي تہ مولانا جو هي ڪتاب پنڊت نهروءَ ڏانهن منسوب ٿيل آهي. پر هن حق پرست انسان نهروءَ جي خوب خبر ورتي آهي. پنڊت نهرو پنهنجي لبرل خيالات رکڻ جي ڪري ڪافي مشهور هو. ڪيس ڪنهن بہ مذهب ۾ يقين ڪونہ هوندو هو. ان ڪري هن جو ذهن مذهبي ڪٽر پڻي کان پاڪ سمجهيو ويندو هو. ان کان علاوه مسلمانن سان نهرو فيملي جا دوستانہ تعلقات هئا. جنهن جو ذڪر پنهنجن ڪتابن ۾ بہ ڪيو اٿس. سندس سوانح نگار مائيڪل بريچر (Bracher) جي لکڻ موجب "ولايائي پٽيل چوندو هو تہ جواهر لال ئي هڪ سچو قومپرست مسلمان آهي." (Nehru: A Political Biography P-392).

سندس پيءُ موتي لال نهرو سنسڪرت جو نہ پر پنهنجي زماني ۾ فارسي زبان جو وڏي ۾ وڏو ڄاڻو ۽ چپي چپي تي خواجہ حافظ شيرازي جا شعر برزبان پڙهندو هو. اهڙي ڪشاده خيالن واري نهرو جي تعصب جو احوال اوهان مٿي مولانا آزاد جي حوالي سان پڙهيو تہ مان پڇڻ ٿو چاهيان تہ باقي هندو ڪانگريس جي ذهنيت جو ڪهڙو حال هوندو. مولانا ، ولايائي پٽيل جا پول پڌرا ڪندي لکن ٿا: آڪٽوبر ۱۹۴۶ع ۾ عارضي گورنمينٽ ٺهي جنهن ۾ مسلم ليگ ۽ ڪانگريس شرڪت ڪئي هئي. محڪمن جي تقسيم بابت پٽيل ضد ٻڌي ويهي

رهيو تہ مون کي گهريلو معاملن وارو وزير بنايو ۽ مسلم ليگ جي لياقت علي خان کي ماليات جو. آخر کيس وزارت داخلہ جي چارج ملي ۽ لياقت علي خان کي ماليات جي. سندس کاتي ۾ چوڌري محمد علي جهڙو ذهين آفيسر ڪم ڪندو هو. جنهن مسلم ليگ جي پاران اهڙي بجيٽ پيش ڪئي جنهن ۾ ڪانگريسي مسلم ليگين جي پڇڻ بغير پنهنجي کاتي جو پٽيوالو بہ مقرر نہ پيا ڪري سگهن. ان تي پٽيل هاءِ گهوڙا ڪئي ۽ چوڻ لڳو، "اسين چاهيون يا نہ پر هندستان ۾ بہ قومون مسلمان ۽ هندو رهن ٿا." (صفحہ ١٨٥).

## (٣) وي - پي - مينن (V.P. Menon)

ڪانگريس جي نقطہ نگاهہ سان هندستان جي آزاديءَ متعلق مولانا آزاد مرحوم جي ڪتاب (India Wins Freedom) ڪانپوءِ ٻئي نمبر تي حيثيت وي. پي. مينن جو ڪتاب "هندستان ۾ اقتدار جي منتقلي" (The Transfer of Power in India) کي آهي. وي پي مينن پنهنجي ڪتاب جي مهاڳ ۾ لکي ٿو "١٩١٧ع کان وٺي ڪنهن نہ ڪنهن حيثيت سان مون کي هندستان جي دستوري تاريخ ۾ لڳاتار شموليت جو موقعو مليو. ١٩٤٢ع کان اقتدار جي منتقلي يعني ١٥ آگسٽ ١٩٤٧ع تائين مان گورنر جنرل جو آئيني مشير ٿي رهيس."

مٿيون ڪتاب هن آنجهاني پٽيل جي فرمائش تي لکيو آهي ۽ ١٩٥٧ع ۾ (Orient Long Mans Company) وارن ڪل ٥٤٣ صفحن ۾ ڇپرايو آهي. مون هن ڪتاب جو نهايت ئي غور ۽ شوق سان مطالعو ڪيو آهي. ڇاڪاڻ تہ مون ڏٺو تہ هندستان جي سياسي تاريخ لکڻ وقت گهڻو ڪري سڀني مصنفن مينن جي ڪتاب مان اقتباس پيش ڪيا آهن ۽ هن ڪتاب جو حوالو ڏيندا رهن ٿا. مينن لارڊ مائونٽ بيٽن جي بلڪل قريب هو ۽ لئونڊ موزلي (Leonid Mosely) پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ "انڊيپينڊنس ائڪٽ (Independence Act) مينن، ووڊڪا جي بوتل پي ڊرافٽ ڪري نهروءَ کي ڏيکارڻ بعد برطانيہ سرڪار کي

موڪليو ۽ بعد ۾ ان تي پارليامينٽ ۾ بحث ٿيو. لارڊ مائونٽبيٽن جو پريس اتاشي ڪئمبيل جانسن (Camp Bell - Jonson) پنهنجي ڪتاب (Mission With Mount Batten) ۾ لکي ٿو, "لارڊ مائونٽبيٽن وي پي مينن کي پرزور الفاظ ۾ خراجِ عقيدت پيش ڪندي چيو تہ "مون ان جهڙا سياسي دماغ وارا سياستدان گهٽ ڏٺا آهن." (ڊائري ٢٥ ـ ٧ ـ ٤٧). ياد رهي تہ وي پي مينن ۽ ڪرشنا مينن ٻہ جدا شخصيتون آهن. سابق مرڪزي وزير قانون مسٽر ايس ـ ايم ظفر پنهنجي ڪتاب (Through the Crisis) ۾ هن جو نالو وي. پي. ڪرشنا مينن لکي پنهنجي اڻڄاڻائيءَ جو ثبوت ڏنو آهي. مسٽر وي. پي مينن ١٩٦٨ع ۾ هندستان جي بنگلور شهر ۾ وفات ڪئي.

اوهان ڪئبينيٽ مشن پلان بابت مٿي تفصيل سان مولانا جي ڪتاب مان حوالا پڙهيا آهن ان ڪري مشن ۽ ان جي سفارشات بابت مينن جي ڪتاب مان حوالا وٺڻ موزون نہ ٿيندو. مشن ۽ ان جي رپورٽ متعلق مولانا جي راءِ ورجائي مينن لکي ٿو, "ڪئبينيٽ مشن پلان جي شايع ٿيڻ بعد ٦ جون ١٩٤٦ع تي مسلم ليگ ڪائونسل جو اجلاس منعقد ٿيو جنهن ۾ چند تحفظات سان ڪئبينيٽ مشن جي اوارڊ (Award) کي تسليم ڪيو ويو." (صفحہ ٧٤٣). ڪانگريس جي طرفان مشن جي تجويزن کي قبول ڪرڻ متعلق مصنف لکي ٿو تہ, "ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ مشن جي پلان کي اڳ ۾ (٢٠ جون ١٩٤٦ع تي) منظور ڪيو هو ۽ هاڻي ان قرارداد کي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي وٽ ٦ جولاءِ ١٩٤٦ع تي توثيق لاءِ پيش ڪيو ويو. ڪاميٽيءَ جو اجلاس بمبئيءَ ۾ ٿيو. ان ۾ سوشلسٽ پارٽي جي سخت مخالفت جي باوجود گانڌي ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي اثر ڪري قرارداد کي پاس ڪيو ويو." (صفحہ ٢٨٠). مسٽر مينن هن ساڳئي صفحي تي جواهر لال نهروءَ جي پريس ڪانفرنس جي ڳالهہ ڪري ٿو, جنهن متعلق مولانا مٿي تفصيل سان لکيو آهي. مينن لکي ٿو "ڪئبينيٽ مشن پلان لاءِ اها راءِ آهي تہ ڪانگريس ان ۾ ردوبدل ڪري سگهي ٿي. جناح فوراً

سخت نوٽيس ورتو ۽ چيو تہ، نهروءَ جو بيان پلان جي طويل الميعاد شرطن ۽ اقليت جي خلاف آهي." (صفحہ ٢٨٠). ان بعد مينءَ مسلم ليگ جي ٢٧ جولاءِ ١٩٤٦ع تي بمبئي ۾ ٿيل اجلاس ۾ پاس ڪيل قرارداد متعلق لکي ٿو، "ڪانگريس طرفان ڪئبينيٽ مشن پلان جي نامنظوريءَ ڪانپوءِ مسلم ليگ ڪائونسل ان راءِ جي آهي تہ هڪ دستور ساز اسيمبلي ۾ اسان جا حق محفوظ نہ ٿيندا. ان ڪري اڳ اسان (٦ جون ١٩٤٦ع) تي ڪئبينيٽ مشن بابت جا قرارداد پاس ڪئي ان کي رد سمجهڻ کپي." (صفحہ ٤٨٣).

"ليگ جي ورڪنگ ڪميٽي بہ ڪائونسل جي قرارداد جي پوئواري ڪندي مسلمانن کي اپيل ڪئي تہ پوري هندستان ۾ ١٦ آگسٽ ١٩٤٦ع تي (پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ) ڊائريڪٽ ائڪشن ڏينهن ملهائڻ لاءِ ميٽنگون ڪري اهڙيون قراردادون پاس ڪن." (صفحو ٢٨٤). وي. پي. مينن جو هي ڪتاب جيئن متي عرض ڪيم تہ ڪانگريس جي نکتہ نگاہ سان ڪلي ترجماني ڪري ٿو. تاهم متي سندس ڪتاب مان ورتل حوالن مان اوهان کي نيڪ روشن ٿيو هوندو تہ، ڪئبينيٽ مشن پلان جنهن مطابق مسلمانن جي پاڪستان واري گهر کي رد ڪري هڪ يونين انڊيا جي تجويز پيش ڪئي وئي هئي. مسلم ليگ ان کي تسليم ڪري پاڪستان تان هٿ کڻي وڏي قرباني ڏني هئي، ڪانگريس هاءِ ڪمان بہ ان کي تسليم ڪري ورتو پر نهروءَ جي غلط بيانيءَ ڪري سڄو قصو ڊانوان ڊول ٿي پيو ۽ ممڻ مچي ويو. جنهنڪري مسلم ليگ پاڪستان ٺاهڻ تي مجبور ٿي پئي.

ان مان ثابت ٿيو تہ حالتن کي خراب ڪرڻ ۾ ڪانگريس جو هٿ هو.

## (٣) ليونارڊ موزلي (Leonard Mosely)

هي هڪ مشهور برطانوي مؤرخ آهي. جنهن ١٩٦١ع ۾ هندستان ۽ پاڪستان جو دورو ڪيو هو. پنڊت نهرو، ايوب خان ۽ هند و پاڪ جي ٻين مشهور شخصيتن کان انٽرويوز وٺي لنڊن مان "هندستان ۾

برطانوي راڄ جا آخري ڏينهن" (Last days of British Raj in India)
نالي هڪ بهترين ڪتاب لکيو آهي. ڪئبينيٽ مشن پلان بابت نهرو
جي ڏنل بيان تي تبصرو ڪندي مصنف لکي ٿو، "جا نهرو ڪي ڪو
هوش آيو ته ڇا پيو چوي؟ درحقيقت هو دنيا کي پڌائڻ پيو چاهي ته
اقتدار ۾ اچڻ ڪانپوءِ ڪانگريس مرڪز ۾ پنهنجي اڪثريت جي آڌار تي
ڪئبينيٽ مشن پلان ۾ ردوبدل ڪري سگهندي. پر اهو پنهي ڌرين
مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جي وچ ۾ ٺاهه جو هڪ پلان هو. جنهن جي
ڪنهن به پارٽيءَ جي حمايت ۾ ردوبدل ڪري نٿي سگهجي. اهڙي
حالت سبب نهرو صاحب جو رمارڪ ۽ بيان حقيقت ۾ هڪ سنئون
سڌو شرارت انگيزي جو فعل هو."

"Nehru's remarks were a direct act of sabotage". P-28.

## (۴) پينڊرل مون (Panderal Moon)

پنهنجي ڪتاب (Divide and Quit) ۾ ڪانگريسي ليڊرن متعلق
لکي ٿو، "انهن هندستان کي هڪ رکڻ لاءِ پرجوش نموني خواهش
ڏيکاري پر ساڳئي وقت يڪسان طور تي ڪانگريسين کان اهڙا
ڪم سرزد ٿيا، جنهن جي نتيجي ۾ ملڪ جي تقسيم يقيني ٿي
وئي." (Divide and Quit P-14).

## (۵) مائيڪل بريچر (Micheal Breacher)

هي صاحب اصل ڪئناڊا جو وينل آهي ۽ جواهر لال نهرو جو ان
نموني سان سرڪاري سوانح نگار آهي، جيئن مرگيشيا اٽلي جي
فسطائي ڊڪٽيٽر مسوليني جو هو. هندستان ۾ مسٽر بريچر نهرو جي
سوانح حيات لکڻ لاءِ رهيو ۽ نهرو ۽ سندس ساٿين کان انٽرويوز ورتي،
تفصيلي مطالعو ڪرڻ بعد ۱۹۵۹ع ۾ آڪسفورڊ پريس لنڊن مان
"نهرو: هڪ سياسي سوانح حيات" (Nehru: A Political Biogra-
phy) نالي ڪتاب شايع ڪرايائين. ٻاهرين ملڪن ۾ هندستان جا سفير
نهرو جي تعارف لاءِ هن ڪتاب کي تحفي طور پيش ڪندا آهن، نهرو

جو هي سرڪاري سوانح نگار ١٠ جولاءِ ١٩٤٦ع تي نهرو جي طرفان ڪئبينيٽ مشن پلان خلاف ڏنل بيان تہ "ڪانگريس ان ۾ ردوبدل ڪري سگهي ٿي." تنقيد ڪندي لکي ٿو، "نهرو جي هن اظهار راءِ انتشار ۽ منافقت جي فضا کي تہ ضرور صاف ڪيو آهي پر ان سان گڏوگڏ مفاهمت جو اهو ظاهري ڍانچو بہ درهم برهم ٿي ويو، جنهن کي ڪئبينيٽ مشن بحال ڪرڻ جي ڪوش ڪئي هئي." (صفحہ ٣١٦).

## (٦) لوئس فشر (Louis Fischer)

هي صاحب مهاتما گانڌيءَ جو مشهور آمريڪي سوانح نگار آهي. پهريائين گانڌي سان ١٩٤٢ع ۾ ملاقات ڪيائين ۽ بعد ۾ سال ١٩٤٦ع ۾ بيهر مليو. هن ١٩٥٤ع ۾ گانڌي جي سوانح حيات تي مشتمل هڪ ڪتاب (Gandhi: His Life & Message for the World) نالي لکيو آهي. مصنف برطانوي ڪئبينيٽ مشن جي اوارڊ مؤرخ ١٤ مئي ١٩٤٦ع تي مهاتما گانڌيءَ جو تبصرو نقل ڪندي لکي ٿو، "ان جي مطالعي بعد گانڌي هي راءِ ڏني تہ موجوده حالتن ۾ انگريزن جي طرفان هي ئي بهترين دستاويز آهي. ان مان انگلنڊ جي نيت جو اندازو لڳائجي ٿو تہ هو جلد کان جلد هندستان ۾ انگريزي راڄ جو خاتمو آڻڻ گهرن ٿا." (صفحہ ١٥٦). "ڪئبينيٽ مشن نهايت ئي غير جانبداري ۽ ڳوڙهي نظر سان هندستان جي ورهاست متعلق غور ڪري، سفارش ڪئي تہ ملڪ کي تقسيم ڪرڻ فائديمند ثابت نہ ٿيندو. ان جي عيوض برٽش انڊيا رياستن سميت هڪ ملڪ رهي، ان ۾ فيڊرل گورنمينٽ کي دفاع، خارجي ۽ مواصلات جا کاتہ ڏنا وڃن. فيڊرل پارليامينٽ کي نسلي ۽ مذهبي مسئلن بابت فيصلي ڪرڻ جو ڪو اختيار نہ آهي، جيستائين هندو ۽ مسلمان ميمبر اڪثريت سان ان جي حق ۾ ووٽ نہ ڏين. صوبن کي خود مختياري ملڻ سان گڏ اي - بي - سي وار سيڪشن مطابق دستور ساز اسيمبليون گڏيل هندستان لاءِ آئين ناهينديون." (صفحہ ١٥٧ - ١٥٨).

اڳتي لکي ٿو ته، "ڪئبينيٽ مشن جي اسڪيم کي جناح صاحب جون ۱۹۴۶ع ۾ تسليم ڪيو." (صفحه ۱۵۸). "ڪانگريس آئين ساز اسيمبليءَ ۾ شريڪ ٿيڻ قبول ڪيو ۽ جولاءِ ۱۹۴۶ع ۾ نهرو هڪ پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪندي چيو ته، ٽن سب فيڊريشن لاءِ سيڪشن وارو اسيمبلين ۾ آئين سازي لاءِ ڪانگريس شريڪ ٿيڻ کان قاصر آهي. نهرو جي هن بيان سڄي ڪئبينيٽ مشن پلان کي دفنائي ڇڏيو ۽ ان بعد جناح صاحب پلان کي تسليم ڪرڻ وارو اصول واپس ورتو جنهن لاءِ هو مختيار هو." (صفحه ۱۵۹). مسٽر فشر اڳتي هلي ڪليل لفظن ۾ ڪانگريس جي خدشن کي رد ڪندي لکي ٿو، "ڪئبينيٽ مشن پلان ۾ هڪ متحده هندستان جي ضمانت مليل هئي. ان ۾ ترميمون به ڪري سگهجن ها ۽ پلان کي جيڪڏهن قبول ڪجي ها ته ملڪ خطرناڪ تقسيم جي آپريشن سان دوچار نه ٿئي ها." (صفحه ۱۵۹) ياد رهي ته لوئس فشر هندستان جو وڏو حامي آهي. مذهباً عيسائي ٿي ڪري به مهاتما گانڌي جي تعريف هندن کان به وڌيڪ ڪئي اٿس. فشر صاحب پهريون شخص آهي جنهن ۱۹۵۹ع ۾ هندستان ۽ پاڪستان جي وچ ۾ گڏيل دفاع (Joint Defence) جي تجويز پيش ڪئي هئي. سابق صدر ايوب خان ان تي لبيڪ چئي آمريڪا جي ٽماهي رسالي (Foreign Affairs) جي جولاءِ ۱۹۶۰ع واري پرچي (Pakistan Perspective) جي عنوان سان هڪ مضمون به لکيو هو، پر هندستان جي جواهر لال نهرو ان آڇ کي حقارت آميز لهجي ۾ رد ڪندي چيو هو ته گڏيل دفاع ڪنهن جي خلاف؟ (Joint Defence against whom) ههڙو هندستان نواز شخص فشر ان ڳالهه چوڻ لاءِ مجبور ٿيو ته نهرو جي بيان ڏيڻ ڪري تقسيم تائين نوبت پهتي.

## (۷) هيڪٽر بوليٿو (Hector Bolitho)

قائد اعظم جو انگريز سوانح نگار مسٽر هيڪٽر بوليٿو جنهن ۱۹۵۴ع ۾ "جناح پاڪستان جو خالق" (Jinnah Creator of Paki

stan) نالي هڪ ڪتاب تصنيف ڪيو آهي. لکي ٿو، "شملا ڪانفرنس جي ناڪاميءَ ڪانپوءِ مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جا ليڊر ڪنهن متفقه فارمولا تي ڪونه ٿيا ته، مشن پنهنجي طرفان پلان جو اعلان ڪيو. ان مطابق هڪ مرڪزي دستور ساز اسيمبلي تشڪيل ڏيڻي هئي. هڪ لک آبادي پٺيان هرهڪ ميمبر جو انتخاب فرقيوارانه بنياد تي ڪرائڻ جي تجويز ڏني وئي هئي. اهڙيءَ چونڊيل دستور ساز اسيمبلي کي يونين آف انڊيا لاءِ آئين ٺاهڻ جي ذميواري سونپڻ جو فيصلو ڪيو ويو. مسلم ليگ مفادات جي حفاظت لاءِ هيٺين نموني صوبن جي گروپنگ ٿيڻي هئي، گروپ A ۾، بمبئي يو - پي، بهار، سي - پي ۽ اوڙيسا هندو اڪثريت وارا پرڳڻا. B گروپ ۾ پنجاب، سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان مغربي مسلم اڪثريت وارا صوبا. گروپ C ۾ بنگال ۽ آسام، اوبر حصي ۾ مسلم اڪثريت وارا علائقا. مٿين گروپن مان هرهڪ کي پنهنجي بنيادي ڍانچي ٺاهڻ جي اجازت هئي ۽ ڪين دفاع، مواصلات ۽ خارجي معاملات ڪانسواءِ مڪمل صوبائي خودمختياري جي ضمانت مليل هئي. مرڪز وٽ فقط مٿين ٽن ڪاتن جي رکڻ جي سفارش ڪئي وئي هئي. نئين دستور ساز اسيمبلي جي شروع ٿيڻ تائين ڪئبينيٽ مشن شملا ڪانفرنس واري وائسراءِ جي مسترد پلان جي تجديد جي رٿ ڏني جنهن مطابق هڪ عارضي گورنمينٽ ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو ويو هو." (صفحه ١٦٠ آڪسفورڊ پريس ١٩٦٤ع ايڊيشن) اڳتي لکي ٿو، "ڪئبينيٽ مشن پلان تي غور ڪرڻ لاءِ دهلي ۾ مسلم ليگ جي ڪائونسل جو اجلاس ٦ جون ١٩٤٦ع تي ڪوٺايو ويو. ان ۾ زبردست بحث مباحثي ڪانپوءِ پلان کي منظور ڪيو ويو." (صفحه ٢٦٠) مسٽر بوليٿو وڌيڪ لکي ٿو ته، "١٠ جولاءِ ١٩٤٦ع تي ڪانگريس جي صدر نهرو جو بيان ته هندستان يونين ٺهڻ مهل صوبن جي گروپنگ ڪانه ٿيندي ۽ اهڙيءَ طرح جڻ هن پلان ۾ مسلم مفادات جي بچائڻ واري اسڪيم کي ڌڪ پهچايو جنهن لاءِ جناح مسلمانن سان واعدو ڪيو هو ۽ چيو ته پلان جي قبول ڪرڻ سان پاڪستان جو بنياد فراهم

ٿئي ٿو. جناح صاحب هزمئجسٽي جي گورنمينٽ وٽ سخت احتجاج ڪيو انهن ڪي مايوسي ٿي آهي. ڪانگريس آئين ساز اسيمبليءَ ۾ شامل ٿي ان ڪي بطور پروپئگنڊا جي استعمال ڪندي." (صفحه ١٦٣)
اڳتي لکي ٿو ته، "٢٨ جولاءِ ١٩٤٦ع تي مسلم ليگ ڪائونسل جي سيشن بمبئي ۾ منعقد ٿي، جنهن ۾ قائد اعظم چيو ته، ڪانگريس سان پر امن نموني ٺهڻ لاءِ مون مسلم ليگ تي زور آندو ته هڪ اهڙي محدود پاڪستان ڪي قبول ڪجي، جنهن ۾ دفاع، خارجه امور ۽ مواصلات جا کاتا مرڪز وٽ رهن. جناح وڌيڪ فرمايو ته اسان هيڏي قرباني (يعني پاڪستان کان دستبردار ٿيڻ) ڏني، پر افسوس جو ڪانگريس ان ڪي حقارت آميز نظرن سان ٺڪرائي ڇڏيو. ان ئي ميٽنگ ۾ ڪئبينيٽ مشن پلان ڪي رد ڪري آزاد پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ ١٦ آگسٽ ١٩٤٦ع تي ڊائريڪٽ ائڪشن ڏينهن ملهائڻ لاءِ فيصلو ڪيو ويو." (صفحه ١٦٥).

## علامه آءِ - آءِ قاضي

سائين جي ايم سيد صاحب پنهنجي هڪ مضمون ۾ علامه امداد علي قاضي جو حوالو ڏنو آهي ته بقول علامه قاضي "پاڪستان جو ٺهڻ هندو جي خوف تي مبني هو جو موت کان نه ڊڄڻ وارن مسلمانن جي شان خلاف هو." علامه صاحب جن جي شخصيت متعلق ايتري گذارش ڪندس ته هو هڪ وڏو عالم، فاضل، داناءُ ۽ فيلسوف هو. مون شاگرديءَ جي زماني ۾ سنڌ يونيورسٽي جي لائبريري هال اندر مختلف موضوعات تي هن جون تقريرون ٻڌيون هيون. جي اڄ به منهنجي ذهن ۾ ارتعاش پيدا ڪري رهيون آهن. هن جي مذهبي خيالات سان اختلاف ڪرڻ جي باوجود يقين سان چئي سگهجي ٿو ته سنڌ ۾ هن جهڙو پڙهيل ۽ جينيس انسان پيدا ڪونه ٿيو. علامه آءِ - آءِ قاضي جو ڪتاب (Casual Peepsat Sophia) علم جو خزانو آهي. جهڙيءَ طرح مارڪس، هيگل جي متعلق لکيو هو ته، هيگل هڪ انسائيڪلوپيڊيائي

ذهن رکڻ وارو انسان آهي، اهڙيءَ طرح علامه صاحب جي شخصيت ۾ گهمنڊ ڏرنڊ انسانيڪلو پيڊيا هئي. ڪوبه علمي مسئلو ڪانئنس پڇبو هو ته ڪتابن ڏسڻ جي بهانه جواب ڏيئي سائل کي مطمئن ڪندو هو. سندس عميق علم حضرت امام شافعي رحمة الله عليه جي هن شعر جو عملي تفسير هو.

"علمي معي حيث ما كنت ينفعني
ان كنت في البيت كان العلم في بيتي
وان كنت في سوق كان العلم في سوقي."

يعني منهنجو علم هميشه مون سان گڏ آهي. جتي به هوندو آهيان علم مان فائدو پرائيندو آهيان. گهر ۾ هجان ته علم به مون سان گڏ گهر ۾ هوندو آهي ۽ جي بازار ۾ هوندو آهيان ته علم به مون سان گڏ بازار ۾ منهنجو ساٿي آهي. سائين جي ايم سيد سان علامه مرحوم جا دوستانه تعلقات هئا. ان جي ثابتي مرحوم جي خطن مان ملي ٿي جيڪي وقت به وقت شاه صاحب ڏانهن لکيائين. سائين جي ايم سيد "ساهڙ جي سينگار" ٿالي هڪ ڪتاب جي شڪل ۾ ڇپرايا آهن. مان هر عالم فاضل شخص جي عزت ڪندو آهيان ۽ علامه صاحب لاءِ بيحد احترام جي باوجود عرض ڪرڻ جي جسارت ڪندس ته پاڪستان هندو جي خوف ڪري نه ٿيو، پر مٿي مون جيڪي تاريخي حوالا ڏنا آهن ان مان صاف ظاهر آهي ته هي ملڪ هندوءَ جي تعصب ۽ نالائقي ڪري وجود ۾ آيو. اسان ته صوبائي خود مختياري جي ضمانت ملڻ تي گڏيل هندستان ۾ پائرن جيان رهڻ قبول ڪيو پر افسوس جو برهمڻي سياست اها تجويز به نه سَٽي ۽ پنهنجي گهمنڊ ۾ اهڙا بيان ڏنائون جو مولانا آزاد جي خيال موجب ٿهيل قصو به ڊهي ويو. بيشڪ اسان مسلمان موت ڪان ڪونه ٿا ڊڄون، پر ان جو مطلب اهو نه آهي ته، اسين پنهنجي جائز مطالبي کان به دستبردار ٿيون. سائين جي ايم سيد جو مثال وٺي ڏسون. هو مدت العمر ڪان سنڌ جي موت ڪان نه ڊڄندڙ مسلمانن جي صوبائي خودمختياري لاءِ لڙي ٿو ۽ چوي ٿو ته اقليتي صوبي کي

خودمختياري نہ ملي تہ، اڪثريت وارو صوبو ان جي حقن کي هڙپ ڪري ويندو. هاڻي ڪو شخص علامہ قاضي وانگر سنڌ جي مسلمانن کي طعنو ڏي تہ اوهان موت کان نہ ڊڄو وارا سنڌي مسلمان اڪثريت جي غلبي کان ڊڄي صوبائي خودمختياري جو مطالبو ٿا ڪريو؟ ظاهر آهي تہ هي دليل ڪمزور ثابت ٿيندو ۽ ڪوبہ ان تي ڌيان نہ ڏيندو.

## مولانا عبيدالله سنڌي

مولانا سنڌي هڪ جيد عالمِ دين هو. پاڻ هڪ سِک گهراڻي ۾ جنم ورتائين. اٽڪل ۱٦ ورهين جو مس ٿيو تہ اسلام قبول ڪري مسلمان ٿيو. ديني تعليم هندستان جي مشهور مدرسہ ديوبند ۾ حاصل ڪيائين. حضرت شيخ الهند مولانا محمود الحسن ديوبند اسير مالٽا هن جو استاد هو، جنهن انگريزن جي خلاف ريشمي رومال واري تحريڪ هلائي هئي. ان سلسلي ۾ ۱۹۱۵ع ۾ مولانا سنڌي هندستان مان هجرت ڪري ڪابل هليو ويو، جتي ستن سالن تائين رهيو، ۽ بعد ۾ روس ۽ ترڪي جو دورو پڻ ڪيائين. حال ۾ هڪ روسي رسالي انڪشاف ڪيو آهي تہ مولانا سان ٻيو هڪ مولوي برڪت الله نالي بہ ساڻ هو. هڪ روسي مسلمان موسيٰ جارالله سان گڏ حرمين شريف ويو جتي ڪافي عرصو رهڻ بعد سال ۱۹۳۹ع ۾ چوويهہ سال جلاوطن ٿيڻ کانپوءِ هندستان واپس پهتو. چون ٿا تہ هن جي وطن واپسي ۾ مرحوم الله بخش سومري خاص دلچسپي ورتي. هندستان وارد ٿيڻ کانپوءِ ڪنهن بہ سياسي جماعت مسلم ليگ يا ڪانگريس ۾ عملي طور شرڪت نہ ڪيائين پر انفرادي طور ڪڏهن تقريرون ڪيائين. مولانا سنڌي آگسٽ ۱۹۴۴ع ۾ وفات ڪئي. پاڻ پنهنجي هٿن سان ڪو ڪتاب ڪونہ لکيائين. پر هن متعلق لٽريچر سندس عقيدتمندن شايع ڪرايو. مثلاً سنڌ مان مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، پنجاب مان پروفيسر محمد سرور ۽ يوپي مان علي ڳڙهہ يونيورسٽي ۾ دينيات جي پروفيسر سعيد احمد اڪبر آبادي جا نالا قابل ذڪر آهن. مولانا سنڌي

مرحوم هڪ مخلص ۽ مجاهد عالم دين هو. سندس زندگي جي مطالعي ڪرڻ سان مونکي اندازو ٿيو ته، هو جيترو وڏو عالم هو اوترو سياستدان نه هو. سيني مولوين کي تلقين ڪندو هو ته انگريزي پاڻ به پڙهو. ٻارن کي به پڙهايو ۽ جديد خيالات کان واقف ٿيو، پر حيرت آهي جو مولانا مرحوم پاڻ انگريزي جو ڄاڻو نه هو. حيدرآباد جي "سنڌي پبليڪيشن" وارن سنڌ جي عظيم سياستدان شيخ عبدالمجيد سنڌي کان هڪ انٽرويو ورتو هو. انٽرويو جي دوران مولانا سنڌي جو ذڪر نڪتو. شيخ صاحب کان پڇيو ويو ته ڇا هو مولانا سنڌي جي پيروي ۾ پاڻ کي سنڌي ٿو ڪوٺائي ۽ هن جي جواب ۾ شيخ صاحب وراڻيو ته "مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو سياست ۾ ڪو ايڏو اهم حصو ڪونه هو. هو مولوي هو. آزاديءَ سان سوچيندو هو. انگريزدانن جو گهڻو احترام ڪندو هو. (صفحه ٣٧ فيبروري مارچ ٧٣) جواهر لال نهرو پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ مولانا عبيدالله لاءِ لکي ٿو "مان مولوي عبيدالله سان ٿوري وقت لاءِ اٽلي ۾ مليو هوس. مون کي پراڻي اسٽائيل جي سياسي جوڙ توڙ ڪرڻ وارو فن ۾ ماڻهو (مولانا) هوشيار ڏسڻ ۾ آيو. پر جديد خيالات تي ڪيس دست رسي ڪانه هئي."

(Jawahar Lal Nehru: An Autobiography London, P-141 1955 Edition).

حقيقت هيءَ آهي ته هن ننڍي کنڊ ۾ عالم سڳورن مان فقط ٻن ماڻهن جو شمار وڏن سياستدانن مان ڪري سگهجي ٿو. هڪ مولانا ابوالڪلام آزاد مرحوم ۽ ٻيو مولانا ابوالاعليٰ مودودي صاحب.

مون مٿي نهايت ئي معتبر ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن. ان مان به يعني مولانا آزاد ۽ وي پي مينن هندستان جا آهن باقي مصنف غير جانبدار انگريز ۽ آمريڪن آهن. مون ڪنهن به پاڪستاني مصنف جو حوالو ڪونه ڏنو آهي ڇوجو ائين ڪرڻ سان جانبداري جو الزام عائد ٿي پئي سگهيو. مان گهران ها ته چوڌري خليق الزمان جي ڪتاب Path) (Emergence of ڪتاب جو علي محمد چوڌري way to Pakistan)

(Pakistan) سيد شريف الدين پيرزاده جو ڪتاب -Foundation of Pa)
kistan، ڊاڪٽر اشتياق حسين قريشي جو ڪتاب -Struggle for Pa)
(kistan ۽ عبدالوحيد خان صاحب جي ڪتاب (Partition of India)
مان حوالا ڏيئي پيو سگهان، پر مون ڄاڻي واڻي غير ملڪي مبصرن جا
رايا پيش ڪيا آهن. هاڻي هر پڙهيل ماڻهو اندازو لڳائي سگهي ٿو ته،
هندو ليڊر شپ جي تنگ نظري ڪري مسلمان پاڪستان ٺاهڻ
تي مجبور ٿيا.

## ٺهراءَ ۱۹۴۰ع بابت شڪ ۽ شبها

مون پاڪستان جي سياسي تاريخ لکڻ جي شروعات ان ڪري
ڪئي جو ان ئي سال ۱۰ اپريل ۱۹۴۶ع تي مسلم ليگ جي مرڪزي ۽
صوبائي اسيمبلي جي ميمبرن دهلي ڪنوينشن ۾ ۱۹۴۰ع جي قرارداد
(جنهن ۾ رياستن جو ذڪر هو) ۾ ترميم ڪري هڪ آزاد مسلم
اسٽيٽ پاڪستان جو مطالبو (جنهن ۾ اولهه ۽ اوڀر پاڪستان اچي
وڃن ٿا) ڪيو هو. هيءَ ترميم بنگالي ليڊر ۽ شيخ مجيب جي سياسي
گرو مسٽر حسين شهيد سهروردي مرحوم پيش ڪئي. ان وقت
ڪئبينيٽ مشن هندستان آيل هئي. ان ڪري ترميم جي ضرورت پيش آئي.
هن ترميم متعلق هاڻي ڪي دوست چون ٿا ته، "۱۹۴۰ع وارو
ٺهراءُ مغربي پاڪستان جي ننڍن صوبن جي وچ ۾ هڪ عهدنامو هو
جنهن جي بنياد تي سنڌ، بلوچستان ۽ پختونستان جي رهاڪن ان ٺهراءَ
جي حمايت ڪئي. ان وقت پاڪستان جو قيام شڪي نظر آيو. ليڪن
۱۹۴۶ع ۾ ملڪ جي ورهاست لاءِ اميد ٿي ته، مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ
جنهن ۾ اڪثريت مسلم اقليت وارن صوبن جي هئي، دهليءَ ۾ مسلم
ليگ اسيمبلي ميمبرن جي ڪنوينشن سڏائي ان ۾ لاهور واري ٺهراءَ ڪي
بدلي هڪ حڪومت جي تجويز پاس ڪئي وئي. اهو مسلم ليگ هاءِ
ڪمانڊ جو ننڍن صوبن سان وعدي خلاف جو پهريون مثال هو." (اڳتي
قدم صفحه ۵۶) مان نهايت ئي ادب ۽ احترام سان گذارش ٿو ڪيان

تہ، اهو خيال نهايت ئي ڪمزور آهي. انصاف ڪيو تہ ۱۹۴۰ع جي قرارداد پاس ڪرڻ لاءِ ننڍين صوبن مان ڪيترائي اهڙا ماڻهو لاهور ويا جن کي مرڪزي توڙي صوبائي اسيمبلين ۾ ڪا نمائندگي ڪانہ هئي. ان وقت مسلم ليگ ۾ نہ ايتري جان هئي ۽ نہ سندس عوامي مقبوليت. پر ۱۹۴۶ع واري ترميم اسيمبلي (مرڪزي توڙي صوبائي) جي چونڊ سون ميمبرن پيش ڪئي هئي، جي ۱۹۴۵ع جي انتخابات ۾ پاڪستان تاهڻ لاءِ چونڊيا ويا هئا. اليڪشن ۾ مسلم ليگ جو هڪ ئي منشور "آزاد پاڪستان" تاهڻ هو. حقيقت ۾ هن ئي اليڪشن ۾ سائين جي ايم سيد جو قائد اعظم سان اختلاف ٿي پيو، جو مسلم ليگ جي ٽڪيٽ قاضي محمد اڪبر کي ملي هئي. انتخاب جي نتيجي ۾ پهريائين قاضي صاحب کي ڪامياب قرار ڏنو ويو هو پر بعد ۾ شاھ صاحب کي اليڪشن پٽيشن ٽربيونل (Trubunal) بحال ڪري ڪيس ڪامياب اميدوار قرار ڏنو. ۱۹۴۵ع جي اليڪشن ۾ ڪامياب ٿيل مسلم ليگي ميمبرن کي (Mandate) حاصل هئي ۽ ڪين ۱۹۴۰ع جي قرارداد ۾ ترميم ڪرڻ جو قانوني، اخلاقي ۽ آئيني حق هو. دوستن جو اهو خيال تہ ڪنوينشن (دهلي واري ۾) مسلم اقليت جي صوبن وارن ميمبرن جي اڪثريت هئي. حقيقت جي بلڪل ابتڙ آهي. وي پي مينن (V.P. Men-on) پنهنجي ڪتاب ۾ مسلم ليگ جي هن قرارداد تي بحث ڪندي لکي ٿو، "۱۰ اپريل ۱۹۴۶ع تي ڪئبينيٽ مشن وارن جا انٽرويوز اڃان جاري هئا تہ، جناح صاحب چونڊ سون ڪان مٿي تازو اليڪشن ۾ ڪامياب ٿيل اسيمبلي ميمبرن جي ڪنوينشن دهليءَ ۾ ڪوٺائي "آزاد پاڪستان" لاءِ هڪ قرارداد پاس ڪرائي، جنهن جي حد بنگال، آسام، پنجاب، سرحد، سنڌ ۽ بلوچستان جا صوبا هوندا. ڪنوينشن ۾ اهو بہ فيصلو ڪيو ويو تہ، پاڪستان ۽ هندستان جي عوام لاءِ بہ آزاد دستور ساز اسيمبليون هرهڪ ملڪ لاءِ آئين تاهڻ خاطر وجود ۾ اچن. مسلم ليگ عارضي گورنمينٽ ۾ شموليت لاءِ پاڪستان جي ڊمانڊ کي لازم و ملزوم قرار ڏنو. (The Transfer of Power P-246, 247) پڙهندڙ

غور ڪرڻ سان سمجهي ويندا ته، چئن سون ڪان مٿي نمائندا اقليتي صوبن مان ڪونه هئا. وي پي مينن هرهڪ صوبي مان مرڪزي توڙي صوبائي اسيمبلي جي ميمبرن جي لسٽ فراهم ڪئي آهي. جنهن مان مرڪزي جوڙي ڪرڻ تي مون ڏٺو ته اقليتي صوبن جا ڪل اسيمبلي ميمبر ١٦٠ (هڪ سؤ سٺ) ٿين ٿا باقي ٢۴٠ (ٻه سؤ چاليهه) ميمبر مسلم اڪثريت وارن صوبن مان آيل هئا ۽ انهن مان ٻه اڪثريت بنگال ۽ سنڌ جي مسلم ليگي ميمبرن جي هئا. ١٩۴٥ع جي اليڪشن ڪانپوءِ مسلم ليگ کي ٻن صوبن جي حڪومت بنگال ۽ سنڌ جي ملي هئي. بنگال ۾ وزير اعليٰ مسٽر حسين شهيد سهروردي مرحوم ۽ سنڌ جو وڏو وزير مرحوم غلام حسين هدايت الله هو. پنجاب ۾ يونينسٽ پارٽي (Unnict) جو مسٽر خضر حيات خان ۽ ڪانگريس ۽ اڪالي دل (Akali Dal) جي حمايت سان وزير اعليٰ ٿيو ۽ سرحد صوبي جو وزير اعليٰ ڪانگريس جو ڊاڪٽر عبدالواحد خان صاحب مرحوم (خان غفار جو ڀاءُ) مقرر ٿيو. مٿين حقيقت مان ڳالهه صاف ٿي وئي ته، مسلم ليگ ڪنوينشن ۾ مسلم اقليتي صوبن جي اڪثريت ڪانه هئي. ١٩۴٠ع جي قرارداد کي معاهدو قرار ڏيڻ درست نه آهي.

## مذهب ۽ سياست

اسانجا ڪي دوست مذهب کي سياست مان جدا ڪرڻ تي هميشه زور ڏيندا آهن. ته ان سلسلي ۾ رڳو هي گذارش ڪندس ته مذهب کي سياست سان گڏائڻ جو گناهه مسلم رهنمائن نه ڪيو آهي پر ان تي عمل سڀ کان اڳ ۾ مهاتما گانڌي ڪيو آهي. هندستان جي سابق صدر ڊاڪٽر راڌا ڪرشنن (Radha Kirishinan) مهاتما گانڌي متعلق انگريزي ۾ هڪ ڪتاب نالي (Mahatma Gandhi: Essays and Re-flection on his Life and Work) لکيو آهي. هي ڪتاب جئڪو (Jaico) پبلشنگ هائوس بمبئي مان شايع ٿيو آهي. پروفيسر راڌا ڪرشنن پنهنجي مضمون (Ghandhi's Religion and Politics)

"گانڌي جو مذهب ۽ سياست" ۾ مهاتما گانڌي جا چيل انگريزي جملا نقل ڪري ٿو. ان ڪي پڙهي توهانکي اندازو ٿيندو ته بقول گانڌي "جا سياست مذهب کان خالي هجي هو اهڙي سياست ئي نه چاٿي." هي ساڌو سياستدان هر معاملي ۾ ايشور کان رهنمائي طلب ڪندو هو. گانڌي چوي ٿو:

"I want to indentify myself with every thing that lives. In the language of the Gita, I want to live at peace with both friend and foe. So my Patriotism is for me a stage on my journey to the land of eternal freedom and peace. Thus it will be seen that for me there are no politics devoid of Religion. They subserve Religion. Politics bereft of Religion are a death trap because they kill the soul". (Mahatma Gandhi P-14).

اڄ ڪلهه سنڌ ۾ ڪيترائي ماڻهو لڀندا جي گانڌي جي پيروي ۾ فخر محسوس ڪندا آهن. پر افسوس جو مقام آهي جو ان جي باوجود الله تعاليٰ جي وجود ۾ يقين ڪونه اٿن. ڪين شايد خبر نه آهي ته، گانڌي خدا جو ڪيڏو مڃيندڙ هو. گانڌي چوي ٿو ته، مان هوا ۽ پاڻي جي بغير ته زنده رهي سگهان ٿو پر خدا جي بغير جيئرو رهڻ بنهه محال آهي. هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر راڌا ڪرشنن گانڌي جا پنهنجا چيل لفظ نقل ڪيا آهن. گانڌي چوي ٿو:

"I may live with out air and water but not without Him. You may pluck out my eyes, but that will not kill me. You may chop off my nose, but that will not kill me. But blast beliefs in God and I am dead". (P-15).

گانڌي هندو مذهب ۽ سياست کي گڏ هلائڻ تي فخر محسوس ڪري ٿو. هر شخص جنهن هندو ازم جو مطالعو ڪيو آهي، سمجهي سگهي ٿو ته، انساني معاملات جي هلائڻ لاءِ دنيا جي هن قديم مذهب وٽ ڪي به هدايتون ڪونه آهن. هندو اسڪالر ان تي بحث مباحثو

ڪري رهيا آهن نہ صحيح هندوءَ جي اهڃاڻ ڪھڙي آهي.

حيرت آهي جو خدا کي نہ مڃيندڙ هندو بہ پنهنجي مذهب کان خارج نہ سمجهيو ويندو. جواهر لال نهرو پنهنجي آتم ڪهاڻي ۾ لکي ٿو، ”عام معنيٰ ۾ هندو ازم شايد ئي ڪو مذهب هجي. هندو فلسفي چروڪا (Charvaka) وانگي دهريت اختيار ڪندڙ شخص بہ هندو مت کان خارج نہ آهي.“

"Jawahar Lal Nehru: An Autobiography Lowe and Brydone Printers London 1955 edi: P-118).

ياد رهي چروڪا مشهور هندو فلاسفر ٿي گذريو آهي جنهن کي رام، ڪرشن ۾ يقين نہ هوندو هو. ان هوندي بہ هو هندو ازم جو علمبردار سمجهيو ويندو آهي.

ان جي مقابلي ۾ اسلام هڪ آفاقي مذهب آهي. ان جي مطالعي ڪرڻ تي مون ڏٺو تہ زندگيءَ جي هر شعبي ۾ سياست سميت هو انسان جي رهنمائي ڪري ٿو. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم پهريائين مديني ۾ اسلامي رياست جو بنياد وڌو. ان جا سربراهہ پاڻ هئا. ان ۾ اقتدار اعليٰ خدا تعاليٰ جو هو. نبيؐ خدا جو نائب ٿي، ان جو قانون ماڻهن تي نافذ ڪيو. رسول الله صلي الله عليه وسلم جي وصال کانپوءِ خلفاءِ راشدين هن رياست جو نظام قرآن ۽ سنت مطابق هلايو ۽ اڄ بہ دنيا ان کي تسليم ڪري ٿي. مشهور انگريز مؤرخ پروفيسر گبن صاحب (Gibbon) هن رياست کي عظيم ايمپائر سان ياد ڪري ٿو. پر افسوس آهي جو اڄ مسلم دنيا مان هي آواز اٿي ٿو تہ، مذهب (اسلام) جو سياست سان ڪو واسطو ڪونہ آهي. اها هڪ وڏو الميو آهي، جنهن تي جيترو ماتم ڪجي گهٽ آهي.

مون مولانا آزاد جي ڪتاب ۽ ٻين مشهور ليکڪن جي ڪتابن مان تفصيلي حوالا پيش ڪيا آهن. شائقين حضرات اصل ڪتاب پڙهي خاطري ڪري سگهن ٿا. ان مان صاف ظاهر آهي تہ قائد اعظم ۽ مسلم ليگ هندن سان پر امن نموني رهڻ لاءِ ڪافي قرباني ڏيئي

ڪئبينيٽ مشن پلان کي قبول ڪري گڏيل هندستان ۾ رهڻ قبول ڪيو هو. پر ڪانگريس وعدي خلافي ڪئي ۽ نهرو جي تعصب، هٺ ڌرمي، احساس برتري ڪنهن کي موجود نه سمجهڻ واري پاليسيءَ ڪري مسلمان مجبور ٿي ويا ته، پنهنجو علحده خطو حاصل ڪري ان تي پنهنجي نظريي مطابق حڪومت ڪن. هي مسلمانن جو فطري ۽ جمهوري حق هو، جنهن تي ڪين مطعون ڪرڻ زيادتي ٿيندي.

# مهراڻ اڪيڊمي جا لطفيات
# ني ڇپايل ڪتاب

| ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| شاهہ جو رسالو | مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي | 250/= |
| شاهہ جو رسالو (پاڪيٽ سائيز) | غلام مصطفيٰ مشتاق | 160/= |
| لغت شاهہ جو رسالو (پاڪيٽ سائيز) | غلام مصطفيٰ مشتاق | 90/= |
| شرح لطيف (سر ڪلياڻ) | رسول بخش ڏيرو | 80/= |
| شرح لطيف (سر يمن ڪلياڻ) | رسول بخش ڏيرو | 44/= |
| لطيف جو پيغام | ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 48/= |
| پلارو پٽ ڏٺي | ڊاڪٽر بشير احمد "شاد" | 40/= |
| لطيفي لات | ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 60/= |
| عرفان لطيف | ڊاڪٽر بشير احمد "شاد" | 48/= |
| پٽ جو گهوٽ | ڊاڪٽر بشير احمد "شاد" | 150/= |
| ڳالهيون شاهہ لطيف جون | غلام مصطفيٰ مشتاق ميمڻ | 24/= |
| لغات لطيفي | مرزا قليچ بيگ / سيد علي رضا شاه | 200/= |
| شاهہ عبداللطيف (تحقيقي مضمون) | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 50/= |
| شاهہ عبداللطيف (شاعري ۽ فن) | علامہ آءِ آءِ قاضي/ عبدالغفار سومرو | 36/= |
| ست سورهيہ ـ ڏهہ ڏاتار | معمور يوسفاڻي | 36/= |
| لطيف جا ٽر تان پيرا | معمور يوسفاڻي | 50/= |

# مهراڻ اڪيڊميءَ جا طب ۽ سائنس تي ڇپايل ڪتاب

| ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| جديد بيماريون | ڊاڪٽر جاويد قاضي | 60/= |
| اسلام ۽ جديد طب | ڊاڪٽر جاويد اختر شيخ | 20/= |
| طب نبوي | سيد گل محمد شاهه بخاري | 48/= |
| مسلمانن جا سائنسي ڪارناما | غلام مصطفيٰ مشتاق ميمڻ | 12/= |
| سائنسي راز | انجنيئر عبدالمالڪ ميمڻ | 48/= |
| سبحان تنهنجي صاحبي | عبدالهادي ٽيپو | 24/= |
| ڇا، ڇو ۽ ڪيئن ؟ ! | خالد ڀٽي | 40/= |
| ڇا، ڇو ۽ ڪيئن ؟ ! (جانورن جي دنيا) | خالد ڀٽي | 30/= |
| ايجادن جون آکاڻيون | محمد صالح کهڙو | 30/= |
| جسم جو جهان | احمد مرتضيٰ "لالا" | 50/= |

ملڻ جو هنڌ

**مهراڻ اڪيڊمي**

واڳڻودر شڪارپور

فون: 0761 - 512122

